# خدائي انتقام

يعني

## قاتلان اهلبيت جو انجام

مصنف

غلام احمد نظامي

قيمت ٠-١٢-٠

ڇپائيندڙ

آر- ايڇ- احمد برادرس

بوڪسيلرس شاهي بازار حيدرآباد سنڌ

# خدائي انتقام

يعني

## قاتلان اهلبيت جو انجام

مصنف

غلام احمد نظامي

جنهن ۾ دشمنان اهلبيت جي تباهي ۽ ظالمن جي زندگيءَ جو اختتام يزيد- مروان- ابن زياد ۽ عمر ۽ سعد وغيره جو انجام ۽ ڪربلا جي واقعي کان بعد جو مشهور حال ڏنل آهي.

دفعو ٢]        ١٩٥٣-٥٢ع        [ تعداد ١٠٠٠

قيمت ٠-١٢-٠



ڇپائيندڙ:- آر- ايڇ احمد برادرس
بوڪ سيلرس
شاهي بازار حيدرآباد سنڌ.

هن کان اڳ مون ۾ ڪتاب تاريخي لکيا (هڪ حورمشق ٻيو محرم نامو) انهن ڪتابن لکڻ بعد منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته عام طرح گهڻن ڪري سڀ واقع ڪربلا تائين واقفيت رکن ٿا، ليڪن ان کان بعد ڇا ٿيو، اهلبيت جو ڪهڙو حال ٿيو ۽ يزيد ۽ ٻين قاتلن حسين رضه جو ڪهڙو انجام ٿيو. تنهنجي ڪن ٿورن کي خبر آهي.

انهيڪري اهڙو ڪتاب لکڻ ضروري آهي. خدا جا لک لک احسان آهن جنهن منهنجي ناچيز بندي کي هن ارادي ۾ ڪامياب ڪيو هن ڪتاب ۾ گهڻو ڪري تاريخ طبري مان مدد ورتل آهي.

نياز مند

غلام احمد نظامي

# مديني شريف ۾ ماتم

مديني شريف ۾ اڄ گهر گهر ماتم مٿل آهي. ننڍو وڏو ڪربلا جي غم ۾ مبتلا آهي. خاندان نبوت جي گهرن ۾ اڄ قيامت برپا آهي. جيڪو به دردناڪ خبر ٻڌي، تنهنجو جگر پاش پاش ٿيو پوي. هر گهر ۾ روڄ راڙو لڳو پيو آهي. اڄ مائي پاڻي، ڪنهن کي ٿو وڻي! خاوند بي بي کي ڏسي ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي، بي بي خاوند کي ڏسي سڏڪا ڀري، اکين مان لڙڪ وهائي رهي آهي. مطلب ته ساري شهر ۾ هڪ حشر برپا آهي. هڪ ٻار پنهنجي ماءُ کي روئي چوڻ لڳو ته امان! مونکي مائي ڏي، مونکي بک لڳي آهي. ماءُ اکين مان لڙڪ هاري روئي کيس جواب ڏنو ته ٻچڙا! اڄ مائي ڪنهن پچائي آهي. توکي خبر آهي ته اڄ، جنهنجو اسان سڀ ڪلمون پڙهون ٿا، جو قيامت ۾ اسانجو شافي ٿيندو، تنهنجو پيارو ڏوهٽو ۽ سارو آل، ڪربلا ۾ بکيو ۽ اڃيو شهيد ڪيو ويو آهي ۽ حضرت امام حسين رض جو سر مبارڪ نيزي تي رکي يزيد ڏانهن موڪليو ويو آهي. هاءِ ٻچا! جڏهن اهڙن ٻارن کي اڄ مائي پاڻي نه ملي سگهيو، تڏهن تون ڪهڙي منهن سان ٿو مائي گهرين! اڄ مائي ڪنهن کي ياد آهي؟ هو ٻار هي دردناڪ خبر ٻڌي، زار زار روئڻ لڳو.

ٻئي طرف دمشق ۾ يزيد جي ساٿين خوب خوشيون ملهايون، هار سينگار ڪيا. آخر جڏهن اهو قصو ڪجهه پراڻو ٿيو، بيڪس مظلوم شهادت جو جام پي وڃي جنت ۾ آرامي ٿيا، ظالم سفاڪ حاڪم يزيد بن معاويه، اهلبيت تي ظلم ڪري واندو ٿيو، ۽ کيس چڱي طرح تسلي ٿي وئي ته هاڻي کيس ڪنهن

به قسم جو خطرو نه رهيو آهي، تڏهن اهلبيت کي يزيد مان آزاد ڪيائون ۽ حڪم ڏنائون ته انهن کي مديني شريف ۾ پهچائي ڇڏيو. قافلو تيار ٿيو. مظلومن جي هٿن مان رسيون ڪڍيون ويون. آخر اهي اُٺن تي سوار ٿيا ۽ سڀني اڳيان حضرت زين العابدين رضه ٿيو. هي مظلومن، بيڪسن ۽ بيگناهن جو قافلو نهايت حسرت و ياس سان لڙڪ ڳاڙيندو، روئيندو، مديني شريف ڏانهن روانو ٿيو. جڏهن وقت هن غريبن ۽ مسافرن جي جماعت مديني شريف جي سرحد ۾ قدم رکيو ۽ کين پهرين جي وچ گنبذ رسول صلعم نظر آيو، تڏهن سڀ سڏڪا ڀري زارو زار روئڻ لڳا، ڇو ته کين اهو وقت ياد اچي ويو، جڏهن حضرت امام حسين رضه سڀني کان موڪلائي ڪوفي ڏانهن روانو ٿيو هو. حضرت زين العابدين نهايت بي تابي سان رسول ڪريم صلعم جي روضه کي ڏسي اکين مان لڙڪ وهائي ڇوٽ لڳو هاه! اهوئي آهي اسان بي سهارن جو سهارو ۽ اهوئي آهي اسان مسافرن جو اصلي وطن، جتي وري خدا اسانکي پهچايو. يعقوب کي پنهنجي پٽ يوسف جي جدائي جو غم هو، مگر مان ته پنهنجو پيارو ابو ڪربلا جي ميدان ۾ ڪم ڪري آيو آهيان ۽ پنهنجن ڀائرن ۽ سائين کي همشه جي لاءِ اڪيلو ڇڏي آيو آهيان. مطلب ته هي سڀ معصوم ڳوڙها ڳاڙيندا، هچون هاريندا وڃي حرم نبوي صلعم ۾ حاضر ٿيا ۽ مزار مبارڪ جي زيارت ڪري اهي اداس ۽ غمگين پنهنجن گهرن ۾ رهڻ لڳا.

## مديني جو شرابي حاڪم

مديني شريف جو حاڪم هن وقت يزيد جو سوٽ امير معاويه جي ڀاءُ محمد بن ابو سفيان جو پٽ عثمان هو. جو رات ڏينهن شراب جي نشي ۾ رهندو هو. حڪومت جي ڪابه ڪمس اهڙو ته غافل ڪيو هو جو روضه رسول صلعم جي حرمت جو

خيال به ڪنهن نه رهيو. (ڏسو طبري جلد چوٿون) عثمان مديني شريف جا ڏهه وڏا وڏا ۽ معتبر ماڻهو انهيءَ مراد سان يزيد ڏانهن، وڪيل ٿي هو دمشق ۾ ويا ته اچي بني اميه جي شان ۽ شوڪت جو معائنو ڪري اچن ته انهن جو اثر مديني وارن تي پوي. انهن ڏهن شخصن ۾ هڪ حضرت زبير رضه جو پٽ منذر هو. ٻيو عبدالله بن حنظله به هو. جي مسلمانن ۾ نهايت عزت جي نظر سان ڏٺا ويندا هئا. جڏهن اهي ڏهه ئي شخص دمشق ۾ پهتا، تڏهن يزيد ساڻن نهايت عزت سان مليو ۽ سندن هر قسم جي خاطري ڪيائين ۽ منذر بن زبير رض. ۽ عبدالله بن حنظله کي هڪ هڪ لک درم ۽ سندن ساٿين کي ڏهه ڏهه هزار درم خوشامد طور ڏنا ڪيا. مگر انهن ايمان جي طالبن اعمال حسنه جي فدائين سندس آچل دولت کي لت هڻي ٺڪرائي ڇڏيو. انهن دمشق ۾ اچي ڏٺو ته يزيد شراب ۾ مست آهي ۽ ظاهر ظهور فحش صحبتن ۾ گذاري رهيو آهي. نماز ڪنهن ڇپي، روزو ڇا جو، خلافت ۽ امامت جي پاڪيزگي جو ڪهڙو خيال! اهو رنگ ڏسي مديني ڏانهن موٽيا ۽ سارو حال اچي مديني وارن کي ٻڌايائون ۽ چوڻ لڳا ته يزيد هرگز هرگز خلافت جي لائق ڪونهي. سندس ڪم اهڙا ته ڪميڻا آهن، جو اسلامي هڪ ساعت به سندس امامت قبول ڪرڻ نه گهرجي. اهو حال ٻڌي تمام مديني جا ماڻهو جن ۾ وڏا وڏا صحابي به شامل هئا، يزيد کان بيزار ٿي پيا ۽ سڀني يزيد جي بيعت ٽوڙي عبدالله بن حنظله جي بيعت شروع ڪئي. انکان بعد سڀني گڏجي مديني جي شرابي حاڪم عثمان تي حملو ڪيو ۽ ڪنهن شڪست ڏئي گرفتار ڪيائون ۽ بني اميه جو هڪ هڪ ماڻهو ڳولي قيد ڪندا ويا، جن جو تعداد هڪ هزار تي ويو. مگر صرف مروان جي پٽ عبدالملڪ کي گرفتار نه ڪيائون، ڇو ته هو انوقت سعيد بن المسيب نامور فقيهه وٽ

وقت جو علم پڙهندو هو ۽ رات ڏينهن خدا جي عبادت ۾ مصروف رهندو هو. مديني وارن عبدالملڪ جي اها ظاهري حالت ڏسي ڪيس ڇڏي ڏنو. جنهن عبدالله بن حنظلہ جي هٿ تي بيعت ٿي چڪي ۽ عظيم الشان انقلاب ٿي چڪو، تنهن يزيد کي مديني شريف جي حقيقت پهتي ۽ ڪيس اها به خبر پهتي ته منذر بن زبير رضہ هن وقت ابن زياد وٽ مهمان آهي. خبر ملندي ئي يڪدم هڪ خط ابن زياد کي لکيائين ته منذر بن زبير رضہ کي اِتي گرفتار ڪر، ڇو ته مديني ۾ بغاوت پيدا ٿي چڪي آهي. ائين نه ٿئي جو هو اُتي وڃي باغين کي مدد پهچائي. هوڏانهن ابن زياد ڪربلا جي واقعہ بعد يزيد کان بالڪل ناراض هو. ڇو ته يزيد ساڻس وعدو ڪيو هو ته امام حسين رضہ جو خاتمو ڪر ته توکي خراسان جو حاڪم بڻايان، مگر يزيد بجاء اُن وعدي پوري ڪرڻ جي مشهور ڪيو ته مون ابن زياد کي امام حسين رضہ جي قتل جو هرگز حڪم نه ڏنو هو، ابن زياد هي سخت جرم ڪيو آهي. ابن زياد جي دل ۾ هميشہ اهو خيال رهندو هو ته موقعو ملي ته يزيد کان انتقام وٺان، ڪيس اهو خط پهتو. ابن زياد يزيد جو خط پڙهي ڪڍي منذر بن حنظلہ کي ڏنو ۽ ڪيس چوڻ لڳو ته چڱو ٿيندو جو تون اڄ ئي مديني ڏانهن هليو وڃ. منذر انهيءَ وقت تياري ڪئي ۽ ابن زياد يزيد کي جواب ۾ لکيو ته توهان جي حڪم اچڻ کان اڳ منذر هتان روانو ٿي ويو. منذر بن زبير رضہ، سڌو مديني ۾ آيو ۽ اچي ٻڌائين ته مديني وارن سڀني عبدالله بن حنظلہ جي بيعت ڪئي آهي. اها ڳالهہ ڪيس پسند نه آئي. تنهنڪري سڌو عبدالله ڏانهن ويو ۽ ٻڌائين ته اڄ هڪ وڏو عام جلسو آهي، عبدالله اوڏانهن ويو آهي. منذر سڌو مجمع ۾ آيو ۽ عبدالله کي ٽوڪي چوڻ لڳو ته عبدالله! توکي بيعت وٺڻ جو ڪو حق نه هو. ڇا؟ توکي رسول ڪريم صلعم جو

ارشاد ياد نه آهي، ته امامت قريش جو خاص حق آهي. توهان انصاري آهيو، نه قريش. عبدالله بن حنظله جواب ڏنو ته مونکي نه اڳي امامت جو خيال هو نه هاڻي هوس آهي. ماڻهن مونکي مجبور ڪيو تڏهن لاچار مون بيعت ورتي، هاڻي به وقت ويو ڪونهي، اگر ڪو قريش تيار آهي ته مان ڀوراين خود سندس بيعت ڪندس.

محمد بن زبير رض چيو ته حضرت زين العابدين رض جهڙي هستيءَ جي موجودگيءَ ۾ ڪير آهي جو امامت جو مستحق ٿي سگهي؟ هو شهنشاهه دوجهان جي گهر جو شهزادو آهي. اهوئي امام ٿيڻ جي لائق آهي. عبدالله جواب ڏنو ته برابر مونکان غلطي ٿي. هلو هلو ته سڀ گڏجي حضرت امام کي ڀيٽجو پيشوا بڻايون. آخر سڀ ماڻهو جمع ٿي حضرت امام زين العابدين جي دولت خاني تي حاضر ٿيا، مگر حضرت امام گهر ۾ موجود نه هو. ڪين معلوم ٿيو ته حضرت زين العابدين رض گهڻو ڪري هميشه مسجد شريف ۾ رهندا آهن ۽ رات ڏينهن عبادت ۾ مصروف رهندا آهن. تنهنڪري هي سڀ مسجد ڏانهن روانا ٿيا. مسجد ۾ اچي ڏسن ته حضرت امام رض مصلي تي ويٺو آهي، ۽ سندن چهرو زرد ۽ چپ خشڪ آهن، اکين مان لڙڪ وهي رهيا آهن ۽ پنهنجي رب سان راز و نياز ۾ مصروف آهن. مسجد ۾ ماڻهن جو شور ٻڌي حضرت امام رض سر مٿي ڪيو ۽ هڪ هڪ جي چهري ڪي ڏٺو، جنهن تي سڀني هڪ زبان ٿي چيو ته السلام عليڪ يا ابن رسول الله صلعم! حضرت امام رض جواب ۾ چيو وعليڪم السلام يا عبادالله. عبدالله بن حنظله اڳيان وڌي عرض ڪيو ته يا ابن رسول الله! اسان سڀ اوهان وٽ انهيءَ لاءِ حاضر ٿيا آهيون ته اوهان اسانجي رهنمائي ڪريو، اسان سڀ اوهانجي بيعت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. دنيا هن ظالم سفاڪ يزيد کان تنگ اچي چڪي

آهي. اسان ڪوئي نه آهيون، جو وعدو ڪري پوءِ دغا ڪنداسين. اسان سڀ اوهانجي قدمن تان نثار ٿيڻ جو عهد ڪريون ٿا. حضرت امام رضه آسمان ڏانهن نهاري، آه ڀري، اکين مان لڙڪ وهائي چوڻ لڳو ته بابا! مونکي معاف ڪريو! منهنجي سيني ۾ اڃان تازه زخم موجود آهن. اڃان اهي ئي نه ڇٽا آهن ته هي ٻيا ڪهڙا زخم ٿا پهچايو. مون منهنجي ابيءَ کي اکين سان خون ۾ لڙندو ڏٺو، منهنجي رهبرو منهنجا ڀائر بي درديءَ سان شهيد ڪيا ويا، حرمن کي بي پرده بازار ۾ آندو ويو. ڇا ڇا نه ستم ڪيا ويا. عزيزو! منهنجي دل هاڻي هن دنيا کان بيزار ٿي چڪي آهي، مون الهيءَ هڪ جو دامن جهليو آهي، جو ڪڏهن به بي وفا ٿيڻ وارو نه آهي، مونکي الهيءَ مالڪ الملڪ جي دروازه کان نه هٽايو، مونکي ڇڏيو ته آءٌ ساڻس پنهنجو حال اوريان. هو ٻڌي رهيو آهي ۽ آءٌ ڪيس ٻڌائي رهيو آهيان، مونکي جيڪو مزو، جيڪو لطف الهيءَ ۾ اچي رهيو آهي، سو ساري جهان جي شهنشاهي حاصل ٿيڻ بعد به نه اچڻو آهي. منهنجو هڪ سجدو هزارن تاجن کان اعليٰ آهي، منهنجو هڪ دفعو الله الله چوڻ ڪائنات جي هر شيءِ کان بالاتر آهي. وڃو وڃو! مونکي نه ستايو، مونکي خدا جي در کان نه هٽايو. اگر توهانکي منهنجو مدينهءَ ۾ رهڻ نه پسند ٿو اچي ته مان اڄ ئي پنهنجو غريب ۽ لاچار خاندان وٺي ڪنهن جهنگل ڏانهن هليو ويندس. اصحاب رسول صلعم سندس هي درد ڀريو داستان ٻڌي روئڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته بس بس! هن غمزده کي نه ستايو. هلو هلو! اسانکي هن غمناڪ بيان ٻڌڻ جي طاقت ڪانهي. مطلب ته سڀ ماڻهو مسجد مان نڪري پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن هليا ويا.

حضرت امام رضه الهيءَ وقت گهر وڃي سفر جي تياري

شروع ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن ينبوع ڏانهن روانا ٿيا. مديني شريف ۾ جڏهن اها خبر مشهور ٿي، تڏهن مروان ابن الحڪم قيدخاني مان هڪ قيدي کي حضرت امام رضه جي خدمت ۾ موڪليو ۽ چورائي موڪليو ته اوهان نهايت عقلمنديءَ کان ڪم ورتو آهي، جو اهڙي سرڪش ۽ باغي جماعت کان علحده رهيا. يزيد ان احسان جو بدلو ضرور اوهانکي ڏيندو. منهنجي درخواست اها آهي ته منهنجي زال، جا حضرت عثمان رضه جي ڀائٽي آهي، تنهنکي به اوهان پاڻسان وٺي وڃو. ڇو ته هتي جي حالت نازڪ آهي، خبر نه آهي ته ڇا ٿئي. حضرت امام رضه سندس درخواست منظور ڪئي ۽ مروان جي زال کي به پنهنجي مستورات سان گڏ وٺي ينبوع ڏانهن روانا ٿيا. (ينبوع ۽ مديني جي وچ ۾ چئن ڏينهن جو پند آهي) مروان هڪ قاصد جي معرفت تمام حقيقت يزيد کي لکي موڪلي. يزيد هي حال پڙهي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته زين العابدين رضه منهنجي دل تي قبضو ڪيو آهي ۽ قاصد کي چوڻ لڳو ته عجب آهي بني اميه جا هڪ هزار ماڻهو ڪهڙا نه بزدل آهن جو هٿ پير هلائڻ کان سواءِ گرفتار ٿي ويا. اهڙن نامردن جو علاج ته هيءُ آهي جو انهن جي ڪابه مدد ڪرڻ نه گهرجي. مگر ڇا ڪجي جو باغين جو علاج به ضرور آهي. ائين چئي حضرت نعمان بن بشير انصاري رضه کي سڏي چوڻ لڳو ته نعمان! تون جلد مديني ڏانهن وڃ ۽ مديني وارن کي چئو ته منهنجي احسانن جو چڱو مونکي بدلو نه ڏنو، مون اوهانجي سردارن ابن حنظله ۽ ابن بشير رضه وغيره سان ڪنهن به قسم جي بدسلوڪي نه ڪئي، بلڪ کين چڱي عزت ڏئي دولت سان ڀرپور ڪري هتان روانو ڪيو. ياد رکجو! اگر اوهان پنهنجي انهيءَ شرارت کان باز نه آيا ۽ منهنجي اطاعت کان انڪار ڪيو ته اوهان کي انجو چڱو مزو چکائيندس.

حضرت نعمان رضه انهيءَ وقت اٺ تي سوار ٿي مديني شريف ڏانهن روانو ٿيو ۽ اچي مديني وارن کي يزيد جو پيغام پهچايائين. مديني وارن جواب ڏنو ته ٻيو يزيد اسانکي دولت ڏئي ٿي مگر اسان سندس دولت کي لت هڻي ڦٽو ڪري آياسين اسان يزيد جي حالت ڏٺي ته هو ظاهر ظهور شراب پي رهيو هو شرمناڪ فعلن ۾ رات ڏينهن مبتلا رهندو هو نماز روزو ته ڇڏ سگهو ئي ڪونه آهي. کلي طرح احڪام الاهي جي نافرماني ڪري رهيو آهي. اسانکي خدا وٽ وڃڻو آهي رسول الله صلعم کي منهن ڏيکارڻو آهي تون وڃي هن فاسق ۽ سفاڪ يزيد کي چئو ته جيسين ٿائين تون انهن ڪمن کان باز نه ايندين ۽ اڳين گناهن جي توبه نه ڪندين تيسين اسان توکي هرگز پنهنجو خليفو يا امام نٿا مڃون. اگر تون انجو تلوار سان فيصلو ڪندين ته اسان به تيار آهيون حضرت نعمان اهو جواب اچي يزيد کي ٻڌايو يزيد اهو جواب ٻڌي غصي ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. ۽ چوڻ لڳو ته ڇڱو آءٌ انهن کي ان گستاخيءَ جو ڇڱو مزو ٿو چکايان. انهي وقت مشهور جرنيل مسلم بن عقبه کي سڏي چوڻ لڳو ته تون جلد لشڪر وٺي مديني ڏانهن روانو ٿي ۽ باغين کي ان بغاوت جو مزو چکاءِ. مسلم بن عقبه جواب ڏنو ته مونکي اوهانجو حڪم مڃڻ ۾ ڪو عذر ڪونهي مگر مان سخت بيمار آهيان منهنجي اها حالت آهي جو گهوڙي تي سوار ٿيڻ به مشڪل آهي. يزيد جواب ڏنو ته تو جهڙو بهادر بيمار به هزارن تندرستن کان چڱو آهي. تنهن هوندي مان حصين بن نمير کي تنهنجو نائب مقرر ڪريانٿو اگر تون لاچار ٿي پوئين ته پوءِ انهيءَ کان ڪم وٺج. مديني وڃي انهن باغين کي سمجهائج ۽ حتي المقدور ڪوشش ڪج ته جنگ لڙائي نه ٿئي. ۽ اگر هو سمجهائڻ بعد به بغاوت کان باز نه اچن ته پوءِ

خوب قتل ۽ غارت شروع ڪيائون. مگر امام زين العابدين رضه جو خيال رکيو ويو ته ڪنهن قسم جي تڪليف نه ٿئي. ڇو ته هو باغين سان شامل نه آهي. مسلم بن عقبه کي اهڙي شاهي حڪم مليل هو. ٽنن سان واري مديني ڏانهن روانو ٿيو ۽ اُون ٽي ڏينهن بعد اچي مديني جي سرحد تي لٿو.

مديني وارن کي اِها خبر پهتي، تن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته جيڪي بني اميه وارا اسان وٽ قيدي آهن ڇو نه انهن کي قتل ڪري ڇڏجي انهن نه ٿئي جو اسان لڙائي ۾ مبتلا رهون ۽ هي هنيان موقعو ڏسي اُٿي وڃي دشمن کي مدد پهچائين. اها صلاح سڀني کي پسند آئي. مگر ابن حنظله هن رٿ جي مخالفت ڪئي ۽ چوڻ لڳو ته منهنجي خيال ۾ انهن کان فقط اهو حلف وٺي آزاد ڪجي ته هو نه اسان سان مقابلو ڪندا نه يزيد کي هتي جي ڪجهه خبر ڏيندا ۽ نه دشمن سان شامل ٿيندا. اها ڳالهه سڀني کي پسند آئي ۽ قيدين کان حلف وٺي کين آزاد ڪري ڇڏيائون. قيدي آزاد ٿي سڌو مسلم بن عقبه وٽ آيا.

مسلم بن عقبه انهن کان پڇيو ته مونکي مديني تي حملو ڪرڻو آهي. اوهان مديني جا چڱي طرح واقف آهيو مونکي صلاح ڏيو ته آءٌ ڪٿان حملو ڪريان جو فتحيابي ٿئي. تن جواب ڏنو ته اسان مجبور آهيون ڇو ته اسان کان حلف ورتو ويو آهي ته ڪڏهن اسان اوهان کي ڪنهن به قسم جي مدد يا صلاح نٿا ڏئي سگهون. مسلم بن عقبه حيران ٿي چوڻ لڳو ته هاڻي آءٌ ته بلڪل ناواقف آهيان آءٌ ڪهڙي طرح مديني وارن تي حملو ڪريان مون وٽ هڪ به اهڙو ماڻهو ڪونهي جو مديني جي جڳهين کان واقف هجي. تنهنجي هڪ آدمي جواب ڏنو ته البت هڪڙو ماڻهو هن حلف کان ٻاهر آهي اهو عبدالملڪ بن مروان آهي. جو هڪ فقهي عالم وٽ پڙهندو آهي اوهان

الهيءَ کي گهرائي الهيءَ کان صلاح ورتي. مسلم الهيءَ وقت عبدالملڪ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ صلاح ڏني. عبدالملڪ نهايت عقلمنديءَ سان عجيب جنگي موقعه کيس ٻڌايا ۽ نهايت آسان نقشو تيار ڪري ڏنائين. جنهنڪري مسلم ڏاڍو خوش ٿيو. ۽ چوڻ لڳو ته مونکي اهڙي خبر اڄ پئي ته مسجد ۾ ويٺل ملان به اهڙي جنگي معلومات رکن ٿا؟. مسلم الهيءَ وقت عبدالملڪ جي ٻڌايل نقشي تي عمل شروع ڪيو. قاعدو آهي ته دشمن جي گهر جو هڪ معمولي ڪتو به فتنه ۽ فساد کان خالي نه رهندو آهي. ناپاڪ ڪپڙو سڪڻ بعد به پاڪ ڪپڙن ۾ ملائي نه رکيو ويندو آهي. ڇو ته جڏهن اتي به پاڻي جا ڪجهه ڦڙا پوندا آهن ته هو پاڪ ڪپڙن کي به پليت ڪري ڇڏيندو آهي. ساڳيو حال مديني وارن سان ٿيو انهن عبدالملڪ بن مروان کي هڪ مسجد جو ملو سمجهي مٿس ڪنهن به قسم جو شڪ شبهه ڪونه ڪيو ۽ کيس آزاد رکيو جنهنجو نتيجو هي نڪتو جو انهيءَ آخر دغا ڏني. مديني وارن مسلم جي اچڻ کان اڳ شهر جي چوطرف خندقون کوٽي ڇڏيون هيون. هي اهو موقعو آهي جو بني اميه وارن مديني تي حملو ڪيو هن کان اڳ يزيد جي ڏاڏي ابو سفيان مديني تي حملو ڪيو هو. ۽ آنحضرت صلعم خندق کوٽائي ساڻس مقابلو ڪيو هو. انهيڪري هن دفعه مديني وارن به سنت رسول صلعم جي موجب خندقون کوٽايون مگر انهن لاءِ خندقون فائده مند ثابت نه ٿيون. ڇو ته عبدالملڪ مسلم کي جيڪو نقشو ٻڌايو هو سو اهڙو هو جو خندقون بيڪار ٿي پيون. جنگ شروع ٿي ۽ مديني وارن کي لاچار خندقن مان نڪري ميدان ۾ اچڻو پيو. هوڏانهن يزيد مسلم کي روانو ڪري هڪ خط عبدالله بن زياد کي لکيو ته تون لشڪر وٺي جلد مڪي تي ڪاهه ڪر ۽ عبدالله بن زبير رضه کي گرفتار ڪر.

ابن زياد خط پڙهي حاضرين مجلس کي ٻڌايو ۽ چوڻ لڳو ته
مون کان ته ڪم ڪونه ٿيندو جو پيغمبر خدا صلعم جي آل کي
قتل به ڪرايان ۽ غضب خدا جي ڀاڱي ۾ به حصو وٺان هيئڙو
ڪم مون ڪيو ۽ پنهنجي تلوار اهلبيت جي گردن تي هلائي
جنهنجو بدلو يزيد کان موٽي ڪي اهو مليو جو حسين جي قتل جو الزام
مون تي لڳايو ويو اڄ سارو جهان يزيد جي ڳالهه کي سچو سمجهي
رهيو آهي جو ته يزيد سڀني کي چٽي رهيو آهي ته مون ابن
زياد کي حسين جي قتل جو حڪم ڪونه ڏنو هو. آن اها شرارت
پنهنجي طوفان ڪئي آهي. حالانڪ اهو آنجو چوڻ سراسر ڪوڙ
آهي. جو ته مون وٽ سندس پنجاه کن خط رکيل آهن جن ۾
صاف صاف لکيل آهي ته ڪجهه به ٿئي جلد حسين ۽ سندس
ساٿين کي گرفتار ڪر يا خاتمو ڪر. اهڙي حالت هوندي هن
دفعه اچي مڪي تي حملو ڪري وري پاڻ کي بدنام ڪريان سو
مون کان ٿيو ٿي سگهي. ۽ يزيد کي لکي موڪليائين ته آئون
سخت بيمار آهيان مون ۾ سفر جي طاقت ڪانهي اوهان ٻيو
ڪو بندوبست ڪريو. يزيد اهو جواب پڙهي چڱي طرح سمجهي
ويو ته ابن زياد جي ڪهڙي نيت آهي مگر ڇا ڪري لاچار خون
جو ڍڪ ڀري چپ ٿي ويو ۽ ڪنهن اهو به خوف لڳل هو ته اگر
ابن زبير رض مديني وارن جي مدد لاءِ پهچي ويو ته مسلم بن
عقبه ٻنهي طرفن کان گهيرجي ۾ اچي ويندو هوڏانهن مديني
وارن ابن حنظله ۽ حضرت فضل بن عباس رض کي پنهنجي
فوج جو ڪماندر بڻايو ۽ ميدان ۾ آيا ٻي طرف مسلم بن عقبه
به فوج کي لڙائي جو حڪم ڏنو ۽ پاڻ هڪ صندل تي سمهي
رهيو جو ته سخت بيماري سبب اٿڻ جي طاقت نه هيس.
لڙائي شروع ٿي مديني وارن جي پهرين ئي حملي سان شامي
الٽي پيا ۽ مسلم بن عقبه کين گهڻو ئي پٺ تي موٽڻ لاءِ پڪاريو

مگر ڪوبہ نقصان نہ ٿيو حضرت فضل بن عباس هڪدم
گهوڙو ڊوڙائي مسلم تي ڪاهي ويو ۽ مٿس تلوار جو وار ڪيائين
جنهنڪري ٻہ ٽڪر ٿي پيو ۽ آواز ڪري چوڻ لڳو تہ مسلم ماريو
ويو مسلم ماريو ويو اهو آواز ٻڌي مديني وارن لشڪر ۾ ٻلند
ڪيون. ۽ شامي اهڙا حالت ڏسي اُٿي ڀڳا. مگر حقيقت ۾
مسلم ڪونہ مئو هو مسلم جي ٻاڙي ۾ سندس غلام وٺل هو
فضيل الهي کي مسلم سمجهي تلوار جو وار ڪيو ۽ غلام مري
ويو مسلم غلام کي مرندو ڏسي ۽ لشڪر کي ڀڄندو ڏسي تڪڙ
ڪان اٿيو ۽ زره پهري ڪي هٿيار ٻڌي گهوڙي تي سوار ٿي
ميدان ۾ آيو. ۽ آواز ڪري چوڻ لڳو تہ مسلم زنده آهي جنهنتي
سڀ حيران ٿي ويا ۽ فضيل اڳيان وڌي جيئن پاڻيو تہ مٿس تلوار
جو وار ڪري تہ مسلم ٿهر چوڙيو جو فضيل جي سيني ۾ اچي
لڳو جنهنجي صدمي ڪان گهوڙي تان ڪري پيو ۽ شهيد ٿيو.
فضيل مديني وارن ۾ سڀ کان وڌو بهادر ۽ صف شڪن هو.
تنهنڪري سندس شهادت مديني وارن جي دل کي اوڏي
وڌو ۽ سندن همت پست ٿي پئي اهڙا حالت ڏسي زيد بن
عبدالرحمان بن عوف رض تلوار کڻي مسلم تي ڪاهي ڪئي
مسلم زيد کي ايندو ڏسي ٿهر چوڙيو جو زيد جي ڇاتي ۾ لڳو
۽ شهيد ٿي ويو. اهڙن شهسوارن جي شهادت مديني وارن
جي دل بلڪل ٽوڙي ڇڏي مديني وارن جي اهڙا پريشاني
جي حالت ڏسي شامي وري ميدان مٿيا ۽ ايندي سان نهايت
خونخوار حملو ڪري ڏنائون.

اُتي مسلم جي حالت الٽ خراب ٿي پئي تنهنڪري
حصين بن نمير کي فوج جو اڳوان مقرر ڪري پاڻ وچ صندل
تي ويٺي پيو. ۽ اوڏي کان وچ فوج کي هدايت ڪرڻ لڳو
حصين بن نمير کي ميدان ۾ ايندو ڏسي ابن حنظلہ مقابلي لاءِ

سامهون آيو ڪا موٽ اُڏائي هلندي رهي ۽ آخر ابن حنظله گهوڙي
تان لهي پيو جنهنتي مسلم هڪل ڪري چوڻ لڳو ته حصين
تون به گهوڙي تان لهي مقابلو ڪر ۽ فوج کي حڪم ڏنائين ته
خوب تيرن جو مينهن وسايو ان گهمسان ۾ خونخوار مقابلي ۾
ابن حنظله جا ٽئي پٽ شهيد ٿي پيا . ابن حنظله پٽن کي شهيد
ٿيندو ڏسي لهاسه جوش ۾ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته هاڻي
منهنجو جيئڻ بي سود آهي ۽ اُنهيءَ وقت اهڙو ته زوردار
حملو ڪيائين جو شامين ۾ ڪُلو پئجي ويو . اها حالت ڏسي
حصين بن نمير فوج کي جوش ڏيارِ يو جنهنتي فوج وري زوردار
حملو ڪيو . ۽ ان حملي ۾ ابن حنظله ۽ سندس وڏا وڏا ساٿي
شهيد ٿي ويا . شامي فتح جا نعرا هڻندا شهر ۾ ڪاهي پيا مسلم
ساري فوج کي حڪم ڏنو ته اوهان لاءِ ٽي ڏينهن حلال آهن
اُنهن ۾ قتل عام ڪريو يا مديني وارن جو مال لٽيو سڀ ڪجهه
اوهان لاءِ حلال آهي . اِنهيءَ حڪم مطابق شرط آن مقدس جاءِ
تي جتي سردار دوجهان صلعم پنهنجي زندگي گذاري جتي
حق ۽ انصاف جي منادي ٿي جتي جبرائيل امين وحي کڻي
ايندو هو اُتي يزيدي لشڪر خوب لٽ مار ۽ قتل عام شروع
ڪري ڏنو ٻارن ٻوڙهن کي بي گناهه قتل ڪيو ويو رستا
۽ گهٽيون سڀ خون سان ڀرجي ويا گهوڙن کي ٻاهيون ڏنيون
ويون خود حرم رسول صلعم جي بي حرمتي ڪئي وئي ساري
شهر ۾ الغياث يا رسول الله الغياث يا رسول الله جون صدائون
بلند ٿي ويون پوڙها ۽ تارڪ دنيا اصحاب رسول الله صلعم جي
رات ڏينهن عبادت ۾ مصروف رهندا هئا سي پنهنجا حجره
خالي ڪري اُٿي پيا . ۽ وڃي جبلن جي غارن ۾ لڪا اِهي
اهي بزرگ هئا جن ڪڏهن به ڪنهن ملڪي يا دنياوي ڪم
۾ حصو نه ورتو اِهي رات ڏينهن عبادت الاهي ۾ مصروف

رهندا هئا ۽ اشاعت قرآن ۽ حديث انهن جو ڪم هو انهن ۾ هڪ حضرت ابو سعيد خدري مشهور اصحابي به هو سو به اها حالت ڏسي وڃي هڪ غار ۾ لڪو سندس پٺيان هڪ يزيدي لشڪر جو سپاهي ڊوڙندو ويو ۽ وٽس پهچي مٿس تلوار جو وار ڪيائين ته سندس زبان مبارڪ مان هي آيت نڪتي.

لَئِنْ بَسَطْتَ إِلَيَّ يَدَكَ لِتَقْتُلَنِي مَآ أَنَا بِبَاسِطٍ يَدِيَ إِلَيْكَ لِأَقْتُلَكَ إِنِّي أَخَافُ اللّٰهَ رَبَّ الْعَالَمِيْنَ

(اون مونکي قتل جي لاءِ هٿ وڌائيندين ته مان پنهنجا هٿ نه وڌائيندس ۽ نه توکي قتل ڪندس ڇو ته آءٌ پنهنجي رب کان ٿو ڊڄان) اِن يزيدي بعدي شامي کانئس پڇيو ته تون ڪير آهين حضرت ابو سعيد جواب ڏنو ته ابو سعيد خدري رضه اصحابي رسول ڪريم صلعم جو. شامي اهو ٻڌي پٺيان هٽيو ۽ موٽي هليو ويو. مطلب ته ٽي ڏينهن برابر مديني شريف ۾ ظلم و ستم جو انڌير متل هو ۽ قتل و غارت جي آفت برپا هئي. خدا خدا ڪري ٽن ڏينهن بعد امن ٿيو ۽ مسلم بن عقبه سڀني ماڻهن کي مسجد نبوي ۾ جمع ڪيو ۽ اعلان ڪيو ته هاڻي قتل عام بند ڪيو وڃي. ۽ جيڪو شخص يزيد جي اطاعت جو قسم کڻي تنهنکي ڇڏي ڏيو جيڪو انڪار ڪري تنهنکي قتل ڪريو. خلقت ويچاري هن لڙائي ۾ قتل عام کان اڳ ئي ڇڪي هئي سي خوف کان لاچار يزيد جي بيعت قبول ڪندا ويا جڏهن حسب دستور هو چوڻ لڳا ته اسان بيعت ٿا ڪريون حڪم خدا ۽ سنت رسول صلعم موجب، تنهن مسلم چوڻ لڳو ته خدا ۽ رسول جو نالو وچ ۾ نه آڻيو هن طرح چئو ته بيعت ٿا ڪريون حڪم يزيد جي موافق. اتي مروان ابن الحڪم چوڻ لڳو ته مسلم تنهنجو هي چوڻ غلط آهي، بيعت هميشه خدا ۽ رسول صلعم جي حڪم موافق

ورلي ويندي آهي. مسلم کي مروان تي ڏاڍو غصو آيو ۽
ڪاوڙ ۾ چوڻ لڳو ته آءٌ هرگز هرگز انهيءَ بيعت قبول نه
ڪندس توکي ڪو اختيار وچ ڳالهائڻ جو ڪونهي مروان خوف
کان چپ ٿي ويو ۽ بيعت شروع ٿي. اِتا هنن بني اميه جي
تلوار جا مدينه شريف جهڙي مقدس جاءِ کان به نه ٽري. هي
سڄو واقعو آهي جو ڪربلا کان بعد يزيدي اعمالنامه ۾ خون سان
لکيو ويو بني اميه وارن نه صرف آل رسول صلعم تي ظلم ڪيو
بلڪ خود رسول ڪريم صلعم جي مزار مبارڪ جي به بي حرمتي
کان به باز نه آيا. هي تمام واقعو مون تاريخ طبري جلد چوٿين
۾ ورتو آهي.

—○○○○○—

# ڪعبه شريف تي بني اميه جو حملو

محرم نامه ۾ اوهان حضرت زبير رضيه جو ذڪر پڙهيو
هوندو جو جنگ جمل ۾ شهيد ٿيو هو. ان کي هڪ پٽ هو
جنهن جو نالو عبدالله ۽ سندس ماءُ جو نالو اسماء آهي جا
حضرت ابابڪر صديق رضيه جي نياڻي آهي عبدالله بن زبير
رضيه نهايت عقلمند ۽ دورانديش نوجوان آهي اوهان کي ياد
هوندو ته امير معاويه پنهنجي پٽ يزيد کي وصيت وقت اهي
لفظ چيا هئا ته اگر حسين ابن علي رضيه سان تنهنجي لڙائي
لڳي ته ان کي جان سان نه مارج مگر عبدالله بن زبير رضيه
سان تنهنجي لڙائي لڳي ته کيس ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏج ڇو
ته هو وڏو مڪار آهي امير معاويه عبدالله کي انهيءَ ڪري
مڪار سمجهندو هو جو عبدالله نهايت دورانديش هو. هو پري
جي ڳالهين کي اڳ سمجهي ويندو هو ۽ ورهين جا ورهيه اڳي
ان جي تدبيرن ۾ مصروف ٿي ويندو هو يعني هو زبردست

سياستدان هو جڏهن ڪربلا جو قصو ختم ٿيو ته يزيد کي ابن زبير رض جو فڪر لڳو ڇو ته يزيد لاءِ عبدالله جو وجود هڏڪ ڪانٽو هو. يزيد ڪربلا جي واقعي بعد وليد بن عقبه کي مڪي ۽ مديني جو حاڪم مقرر ڪيو هو وليد نهايت سمجهدار ۽ هوشيار حاڪم هو ۽ هو ابن زبير رض جي مقصدي ارادن کي ڪامياب ٿيڻ نه ڏيندو هو مگر ابن زبير رض هڪ اهڙي ڪمال ڪيڏي جو يزيد سندس دام ۾ ڦاسي پيو يعني هن هڪ خط يزيد کي لکيو جنهن جي عبارت نهايت همدرداڻي هئي ۽ اُن خط ۾ لکيو هئائين ته اوهان کي پنهنجي حڪومت قائم رکڻي آهي ته وليد بن عقبه کي يڪدم مڪي مديني جي حڪومت کان برطرف ڪريو ڇو ته هو وڏو نادان ۽ ناعاقبت انديش افسر آهي ان جو وجود اوهان جي سلطنت لاءِ نقصان ڪار آهي ۽ بيون به ملڪي جوڙجڪ بابت صلاحون ڪيس لکي موڪليائين يزيد خط پڙهي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ابن زبير کي پنهنجو خيرخواه سمجهڻ لڳو ۽ ڪيس شڪريه جو خط لکي موڪليائين ۽ وليد کي مڪي مديني جي حڪومت کان علحده ڪري دمشق ۾ گهرائي ورتائين ۽ سندس جاءِ تي عثمان بن محمد بن ابو سفيان شرابيءَ کي موڪلي ڏنائين جنهن جو ذڪر اسان مٿي لکي آيا آهيون. ٿورن ڏينهن بعد جڏهن عثمان جي غفلتن جو نتيجو نڪتو ۽ مديني جي لڙائي پيش آئي تڏهن يزيد جون اکيون کليون ۽ سمجهي ويو ته ابن زبير مون سان دوستيءَ جي پردي ۾ دغا ڪئي جو وليد جهڙي سمجهدار حاڪم کي علحده ڪرائي پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ٿيو. اگر انصاف جي نظر سان ڏٺو وڃي ته ابن زبير رض پنهنجي سياسي لياقت جي ضرب يزيد جي سياسي قابليت تي لڳائي هن کي مڪر يا فريب سمجهڻ غلط آهي. ڇو ته يزيد اگر عقل وارو هجي ها ته هو سمجهي ها ته ابن زبير رض سندس برابر

دشمن آهي تنهن جي صلاح ۾ به خدا ضرور مصلحت هوندي مگر ان جي عقل اُن قدرت جو پورو ڀيد نٿي ڀري. هو حالانڪ يزيد کي چڱيءَ طرح خبر هئي ته ٻڌائين ڪربلا جو واقعو ٿيو ؟ حضرت امام حسين رضه ۽ سندس ساٿي شهيد ٿيا ته پيا سڀ دنيا جي چپ ٿي ويا مگر هڪ ابن زبير ٿي هو جو منبر تي چڙهي ليڪچر ڏيڻ لڳو ته مسلمانو اڄ اوهان جي امام رسول الله صلعم جي آل علي رضه جي لال کي پياسو بکيو بيدرديءَ سان يزيدي لشڪر ۽ ڪمذات ڪوفين گهرائي قتل ڪيو ؟ سندس معصوم ٻارن کي ستم جي ڇرين سان ڪٺو ويو قاتل پاڻ کي خليفو ٿو سڏائي مگر شراب ۾ مشغول رهي ٿو نماز روزه بلڪل ڪونه ڄاڻي مقتول پنهنجي وقت خدا جي عبادت ۾ مصروف رهندا هوا انهن کي آخري وقت به نماز ڪانه وسري. قاتل کي نه خدا جو خوف نه رسول الله جو لحاظ مگر مقتول هميشه خدا جي خوف ۾ سربسجود رهندا هوا. ڇا اهڙي فاسق ۽ ظالم جي بيعت جائز آهي هرگز نه. مسلمانن اها دردناڪ خبر ٻڌي زارو قطار روئڻ لڳا ۽ سڀني يڪ زبان ٿي چيو ته هرگز نه هرگز نه. اسان اهڙي نالائق جي بيعت کان بيزار آهيون اوهين هٿ وڌايو ته اسين اوهان جي بيعت ڪريون. ابن زبير رضه جي بيعت شروع ٿي وئي جڏهن اها خبر وليد کي پهتي تنهن الهيءَ وقت يزيد کي اطلاع ڏنو جنهن جي جواب ۾ يزيد هڪ چانديءَ جو طوق ٺهرائي ٻن ماڻهن جي هٿان ابن زبير رضه ڏانهن روانو ڪيو ۽ حڪم ڏنائين ته هي طوق ابن زبير رضه جي ڳچيءَ ۾ وجهي گرفتار ڪري مون وٽ وٺي اچو. افسوس ته دنيا کي مذهبي طاقت جو پتو ڪوني اهي ٻئي ماڻهو طوق کڻي مڪي ۾ آيا ۽ اچي وليد سان مليا وليد يزيد جو اهو حڪم ٻڌي ڇرڪ لڳو ته يزيد جو دماغ خراب ٿيو آهي جو اهڙي زبردست غلطي ڪري رهيو آهي.

هي طريقو بجائي فتني کي دٻائڻ جي الٽو ڀڙڪائيندو. ڇا ابن زبير رض کي گرفتار ڪرڻ يزيد آسان سمجهيو آهي؟ سپاهين جواب ڏنو ته اسان حڪم جا ٻانها آهيون وڌيڪ بحث سان اسان جو ڪهڙو ڪم. ائين چئي اهي سڌو ابن زبير رض وٽ آيا ۽ اچي طوق سامهون رکي يزيد جو پيغام ٻڌائي خاموش ٿي رهيا. ڪنهن اها همت نه ٿي سگهي جو ابن زبير رض جي ڳچيءَ ۾ طوق وجهن يا کيس گرفتار ڪن. ابن زبير رض نهايت عقلمند ۽ هوشيار انسان هو انهن طوق کي ڏنو يزيد جو پيغام ٻڌو مگر منهن مان ڪجهه به نه ٻوليائين ۽ گردن اهڙي طرح هلايائين جڻڪ هو هن فعل کي حقارت جي نظر سان ڏسي رهيو آهي. اها حالت ڏسي سپاهي خوف کان پشيمان موٽيا ۽ سڌو دمشق ۾ اچي پهتا ۽ سارو حال يزيد کي ٻڌايائون يزيد هي حال ٻڌي چپ ٿي ويو انهيءَ واقعه بعد ابن زبير رض يزيد کي همدرديءَ جو خط لکيو جنهن جو ذڪر اسان مٿي ڪري آيا آهيون. مطلب ته ابن زبير رض بجائي مقابلي ڪرڻ جي دشمن کي شربت ۾ زهر وجهي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. هاڻي مڪه شريف جو حال ٻڌو جڏهن مسلم بن عقبه مديني شريف ۾ قتل و غارت ڪري واندو ٿيو. تڏهن کيس يزيد جو خط پهتو ته جلد مڪي تي چڙهائي ڪر. مسلم بن عقبه هي حڪم پڙهي پنهنجي سڄي لشڪر کي مڪه معظم تي چڙهائيءَ جو حڪم ڏنو. اڃا هي لشڪر مڪه جي سرحد تي پهتو ته مسلم بن عقبه جي حالت نهايت خراب ٿي پئي انهيڪري حصين بن نمير کي سڏي چوڻ لڳو ته يزيد مون کي هلڻ وقت حڪم ڏنو هو ته اگر منهنجي حالت بلڪل خراب ٿي پوي ته تون حصين بن نمير کي سپه سالار مقرر ڪج. هن وقت منهنجي حالت بلڪل نازڪ آهي آءٌ باقي ٿورن گهڙين جو مهمان آهيان انهن ڪري فوج جي ڪمان تون سنڀال مگر

مڪي ۾ ٿيڻي هي خيال بلڪل نه ڪجي ته هي خدا جو گهر
آهي تنهن ڪري خونريزي ڪرڻ چڱي نه آهي. بلڪ جيتري
سختي ٿي سگهي خوب ڪجي فتح پائڻ بعد جيڪو اطاعت
کان انڪار ڪري تنهن کي قتل ڪجي ڇو ته امام جي حڪم
اڳيان سڀ ڪجهه روا آهي. امام جو حڪم خدا جي گهر بلڪ
ساري دنيا کان افضل آهي منهنجو يقين آهي ته مون جيڪا
منهنجي زندگي ۾ عبادت ڪئي تنهن کان وڌيڪ ثواب جو
ڪم اهو ڪيو جو دنيا مديني ۾ ڏنو ۽ اٿيءَ هڪ نيڪ
عمل جي ڪري منهنجي نجات ٿيندي. آخر ٿوري دير کان
پوءِ مسلم دم ٽوڙي واصل جهنم ٿيو. (ڏسو تاريخ طبري
جلد چوٿون) مسلم بن عقبه جي مرڻ بعد حصين بن نمير فوج
جو سپه سالار ٿيو ۽ لشڪر وٺي مڪه شريف ڏانهن روانو ٿيو.
حضرت ابن زبير رض کي جڏهن اها خبر پهتي تڏهن مڪي
جي مشهور دليرن کي جمع ڪري جنگ جي تياري شروع
ڪئي. ڪن رفيقن اها صلاح ڏني ته يزيد جو لشڪر ٿڪل
ٿڪل آهي تنهن ڪري بهتر ٿيندو جو انهن کي بلڪل آرام
ڪرڻ نه ڏجي بلڪ فورا حملو ڪري ڏجي. اها صلاح سڀني
کي پسند آئي اها يزيدي لشڪر مڪي جي نزديڪ پهتو ته
ابن زبير رض جي لشڪر حملو ڪري ڏنو. هڪ پاسي کان
حضرت منذر بن زبير رض ٻئي پاسي کان حضرت مسور بن
مخرمه رض حملو شروع ڪيو. ان حملي جو شامين نه سخت
جواب ڏنو ۽ اهڙي نه جوش سان اڳيان وڌندا ويا جو آخر
ابن زبير رض جي فوج جو ساڄو پاسو پرتي ٿيو وڌ [illegible]
دشمنن اوچتو منذر بن زبير رض تي حملو ڪيو ۽ ڪيس شهيد
ڪري وڌائون منذر جي شهادت مڪي وارن جي همت
ٽوڙي ڇڏي ۽ شامين جو حوصلو وڌي ويو سي اڳيان وڌڻ
لڳا ۽ مڪي وارن کي ميدان هٽائون ٿيو ابن زبير رض جي

فوج ايمان هئي شهر ۾ داخل ٿي ڪوٽ جا دروازه بند ڪري ڇڏيائون. شامين اچڻ وڏي ساري شهر کي گهيرو ڪري ورتو. مڪي وارن ڪوٽ جي ديوارن تان ٻهي تير هڻڻ شروع ڪيا جنهن جي جواب ۾ شامين منجنيقن ۾ پٿر ۽ آگ وجهي هڻڻ شروع ڪيا منجنيق پراڻي زماني جي مشين کي چوندا آهن جن جي ذريعه باه يا پٿر مثل توپن جي اڇلايا ويندا هوا. انهن منجنيقن هڪ قيامت مچائي ڏني جنهن ڪري شهر جا ماڻهو پريشان ٿي پيا. دشمن هڪ مشين اهڙي رکي هئي جو جنهن جا نشانا خاص ڪعبه شريف تي پهچي رهيا هوا. جنهن ڪري حرم شريف جو ڪجهه حصو مسمار ٿي پيو. هڪ روايت اها به آهي ته جنهن وقت ڪعبه شريف تي پٿر پهتا ٿي ته سواء گرد غبار اڏڻ جي ٻي ڪاله ضرب اتي لڳي البته باه جي ڪري ڪجهه نقصان پهتو.

—o§o§o—

# ڪافر مڪي ۾

بني امية وارن جي پهرين بدعت اها هئي جو هو ڪافرن کي به پاڪ مقام تي وڃي اچڻ لڳا. حالانڪ آنحضرت صلعم جي زماني ۾ يهودين کي به هن پاڪ جاه تان جلاوطن ڪيو ويو. قرآن شريف جو اهو حڪم آشڪار هو ته "مشرڪ ناپاڪ آهن انهن کي هن جاه تي اچڻ نه ڏيو." مگر بني امية وارن الاهي حڪم کي به پٺتي ڏني ۽ حبش جا ڪافر فوج ۾ ڀرتي ڪري وٺي آيا. جن جي هٿان مديني جي مومنن جا سر ڌڙ کان ڌار ڪيا ويا ۽ ڪعبي جي بي حرمتي ڪرڻ لاء مڪه معظم ۾ آندو ويو. (ڏسو تاريخ طبري جلد چوٿون ٦٣٤ ه)

وآنکس کہ منجنیق انداختی سپاهي بود کافران حبش.
(يعني منجنيق هلائيندڙ سپاهي حبش جا ڪافر هئا.)

مطلب ته صفر جو سارو مهينو سنگ باري جاري رهي جڏهن ربيع الاول جو ٻيو مهينو آيو جنهن ۾ اسانجو نبي صلعم تولد ٿيو هو تڏهن ٻئي امير وارن هڪ نئين سازش شروع ڪئي يعني ڪعبته الله شريف کي ساڙڻ جي صلاح ڪيائون. هي اهڙو ملعونانه فعل هو جنهنجي سٽ لاءِ دنيا ۾ ڪنهن به غيرتمند مسلمان کي طاقت نٿي رهي. مگر هن يزيدي لشڪر کي خالق خدا جو به خيال نه آيو. انهن ملعونن ڏهين ربيع الاول سنه ٦٥هه اربع ڏينهن ڪعبته الله شريف تي منجنيقن جي ذريعي باهه اڇلائڻ شروع ڪئي هن حالت مومنن جي دلين کي زخمي وڌو حق ۽ صداقت وارن دلين ڏک لڳيون مگر انهن سفاڪن کي غيرت ڪانه آئي هو انهو خوشيءَ جا گيت ڳائڻ لڳا. هن آتش باري جي ڪري حرم مطهر ۾ اولياهي ٿي پيئي ۽ غلاف سڙي خاڪ ٿي ويو آخر پروردگار عالم جي قهر کي جنبش آئي ۽ اصحاب فيل بعد انهن اموي لعنتين تي آسماني قهر نازل ٿيو. يعني منجنيقن مان نڪتل باهه هوا لڳڻ ڪري ٿوري لشڪر ۾ ڪرڻ لڳي ۽ ساري لشڪر ۾ باهه لڳڻ جي وڃي نيو وغيره سڙي خاڪ ٿي ويا ساري لشڪر ۾ شور مچي ويو. ان حالت لشڪر ۾ ٿرٿلو وجهي ڏنو ۽ سڀني ڀڄي ويا ۽ پوءِ اچي ٻنهيجي سپه سالار حصين بن نمير وٽ جمع ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته اسانجي ٿوري آهي خدا جي گهر جي بي حرمتي ڪرڻ جو ڏاهو نتيجو آهي اسانکي هرگز اڳيان قدم نه وڌائڻو آهي هاوته سڀ موٽي دمشق ڏانهن هلون حصين بن نمير ڪين گهڻوئي سمجهايو ۽ چوڻ لڳو ته آءٌ يزيد کي سمورو حال لکان ٿو جنهن ايان جواب اچي تيستائين ٿو سو انتري ۾

ڪوٽ جي مٿان حضرت ابن زبير آواز ڪري چيو ته اوهانجو
ملعون حاڪم غارت ٿيو يعني مري ويو ان خبر فوج کي ڍاڍي
وڏو ڌڪ ڏنو ايشان ڪري ڇڏيو مگر حصين بن نمير سيڌي کي
تسلي ڏني ۽ چوڻ لڳو ته ابن زبير وڏو مڪار ۽ چالاڪ آهي
هي اسانجي دل کي ٽوڙڻ لاءِ ڪوڙو افواهه اڏاري ڪڍي ٿو
انتي ڪو به اعتبار نه ڪريو جيستائين دمشق مان پوري خبر
نه اچي. فوج صبر ڪيو مگر ٿورن ڏينهن جي صبر بعد ڪيئن
ثابت بن قيس اچي خبر ڏني ته واقعي يزيد مري ويو ۽
سندس جاءِ تي سندس پٽ معاويه بن يزيد کي مقرر ڪيو
ويو آهي حصين پڇيو ته يزيد بيمار ته ڪونه هو جو هي اوچتو
موت ڪيئن ٿيو. ثابت جواب ڏنو ته يزيد حوران ۾ هو ته
الي مالڪ بن اشتر جي ڏيءِ رسالي ڪيس خنجر هڻي ماري
وڌو ۽ لاش گم ٿي وئي آهي.

( نوٽ- يزيد جي موت جي وڌيڪ تفصيل لاءِ ڪتاب
انتقام جو ٽيون جناب مرزا علي نواز خان صاحب جو پڙهي ڏسو )
يزيد ١٤ ربيع الاول سنه ٦٤هه مطابق ١ نومبر سنه ٦٨٣ع
٣٩ ورهيه جي عمر ۾ ٣ ورهيه اٺ مهينا ١٤ ڏينهن حڪومت
ڪري رسالي جي هٿان مارجي ويو.

شعر

رهيو ڪونه ظالم ڪڏهن برقرار
رهي مٿس مرڻ بعد لعنت جي مار

حارث ۽ حصين بن نمير کي اها به خبر ڏني ته ڪوفي
۾ بغاوت ٿي پئي آهي ۽ ماڻهن عبدالله بن زبير جي بيعت
جو اعلان ڪيو آهي ۽ اتي جي حاڪم کي ماري وڌائون
قلعا پڻ ڇڏيا اٿن ۽ ڪوبه ٻيو امير وارو ملي ٿو ته الڪي
بعد ريغ قتل ڪيو وڃي ٿو. حصين بن نمير کي اهڙين ڳالهين

بلڪل پريشان ڪري ڇڏيو. سندس حواس باختہ ٿي ويا ۽ لشڪر کي ايتري موٽ جو حڪم ڏنو. جڏهن رات ٿي تڏهن حصين بن نمير حضرت عبدالله زبير رضہ کي پيغام موڪليو تہ تون ڏهن ماڻهن کي ساڻ سان وٺي اچ ۽ آءٌ بہ ڏهن ماڻهن کي ساڻ سان آڻيان ٿو مون کي توسان ڪي ضروري ڳالهيون ڪرڻيون آهن. هيتري لڙائي بعد سمجهڻ گهرجي. حضرت ابن زبير رضہ ڏھ ماڻهو پاڻ سان وٺي ميدان ۾ آيو ۽ حصين بن نمير بہ پنهنجن ڏهن ماڻهن سان گڏ اچي حاضر ٿيو ۽ هن ريت گفتگو شروع ٿي.

حصين - توکي معلوم آهي تہ يزيد مري ويو ۽ سندس پٽ معاويہ کي ماڻهن باد شاھ ڪري ڇڏيو آهي. مگر ضرورت اهڙي امام جي آهي جو هن امامت جي لائق هجي، تنهن ڪري توهان مون سان گڏ ملڪ شام ۾ هلو جتي آءٌ ۽ سڀ شامي توهانجي بيعت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. نہ صرف ايترو بلڪ ساري دنيا ۾ توهانجي خلافت جو جهنڊو بلند ڪنداسين.

طبري ۾ آهي تہ ابن زبير رضہ هن ڳالھ کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ منهنجي سامهون حضرت امام حسين رضہ جو مثال موجود آهي جو ڪيئن ڪوفين مجبور ڪري گهرائي بجاءِ مدد جي قتل ڪرايو. تنهنڪري مان شام ۾ هلڻ بهتر نٿو سمجهان مون لاءِ خدا جو گهر يعني بيت الله ڪافي آهي، جنهنکي توفيق هجي سو هت اچي منهنجي بيعت ڪري. تنهنکانسواءِ مونکي هت رهي مديني وارن جي خونريزي جو ضرور بدلو وٺڻو آهي. انهيءَ گفتگو ۾ ابن زبير رضہ تيزي سان گرم ٿي ڳالهايو ٿي ۽ حصين بن نمير نهايت نرمي ۽ آهستگيءَ سان گفتگو ڪئي ٿي. جنهن وقت حضرت ابن زبير رضہ مديني وارن جي خون جي بدلي

واڻ جو ذڪر ڪيو، تڏهن وقت حصين بن نمير جو چهرو زرد ٿي ويو، ڇو ته هو به مسلم بن عقبه سان قتل عام ۾ شريڪ هو مگر حصين بن نمير سڀ ڪجهه سهي، مڪر ڪري چوڻ لڳو ته مون توکي عقلمند سمجهيو هو، مگر تون ته ٻارن جهڙيون ڳالهيون ڪري رهيو آهين. آءٌ توکي دنيا جو بادشاه بڻائڻ گهران ٿو ۽ تون مديني وارن جي بدلي وٺڻ جو خيال ڪري رهيو آهين. خير! تون ڄاڻ، تنهنجو ڪم ڄاڻي. ائين چئي حصين بن نمير پنهنجي لشڪر ۾ هليو ويو ۽ ٻئي ڏينهن لشڪر وٺي مديني شريف ڏانهن روانو ٿيو.

مديني شريف ۾ وڃي ڏٺائين ته ساري شهر ۾ فساد متو پيو آهي ۽ پڌائين ته ڪيترا بني اميه وارا قتل ڪيا ويا آهن ۽ هن بدانتظامي ۽ فساد جي ڪري هر ڪا شيءِ مهانگي ٿي وئي آهي. حصين بن نمير شهر ۾ ڪهڙي مناسب تدبيرن سان فتني کي بند ڪيو ۽ امن امان ٿي ويو. تنهنکان بعد حصين بن نمير پنهنجي لشڪر کي دمشق ڏانهن موٽڻ جو حڪم ڏنو. جنهنتي بني اميه وارن عرض ڪيو ته اسانکي به پاڻسان وٺي هلو، ڇو ته هتي اسانکي پنهنجي زندگيءَ جو خطرو آهي. حصين بن نمير انهن جي هن ڳالهه کي قبول ڪيو ۽ سڀ تيار ٿيا، مگر گهوڙن لاءِ گاه جي سخت ضرورت هئي. تنهنڪري حصين خود پاڻ مديني جي ٻاهر گاه ڳولڻ لاءِ ويو. شهر کان ٻاهر نڪري ڏٺائين ته هڪ نوجوان عرب، اٺ تي سوار ٿي وڃي رهيو آهي ۽ ساڻس هڪ اٺ گاه سان لديل به آهي.

حصين بن نمير هن نوجوان جي قريب ويو ۽ کيس چوڻ لڳو ته اي بهادر عرب! ڇا، تون هي گاه وڪڻندين؟ جي وڪڻين ته آءٌ وٺڻ لاءِ تيار آهيان. نوجوان جواب ڏنو ته هيءَ گاه وڪڻڻ جو نه آهي. پر جي توکي کپي ته ڪٽي وڃ،

مون توکي مطلب اشعري. حصين بن نمير کي هن سخاوت تي ڏاڍو تعجب آيو ۽ ڳالهس پڇڻ لڳو ته اي نوجوان! تون ڪير آهين، تنهنجو نالو ڇا آهي؟ نوجوان جواب ڏنو ته آءٌ حضرت حسين رضه جو پٽ زين العابدين آهيان. مگر تون ڪير آهين؟ حصين بن نمير جواب ڏنو ته منهنجو نالو حصين آهي. تنهن تي حضرت زين العابدين کي ياد آيو ته هي اهو ساڳيو حصين بن نمير آهي، جنهنکي مون ڪربلا ۾ منهنجي والد ماجد سان وڙهندو ڏٺو هو. حصين بن نمير چوڻ لڳو ته يا ابن حسين رضه! توهان پڌرو هوندو ته يزيد مري ويو ۽ دنيا بي امام ٿي پئي آهي، تنهنڪري اوهان مون سان گڏ ملڪ شام ڏانهن هلو ته مان توهانکي تمام اسلامي دنيا جو خليفو بڻايان. هن وقت منهنجي ساٿين جو تعداد پنج هزار آهي، جي سڀ اوهانجي هٿ تي بيعت ڪندا، اوهان اسانکي ڪوفين يا عراقين وانگي بي وفا ۽ پردغا نه سمجهو. هلو هلو، ۽ هلي اسانکي آزمائي ڏسو، اسان سڀ اوهان تان قربان ٿيڻ لاءِ تيار آهيون. حضرت زين العابدين حصين بن نمير جي ساري تقرير ٻڌي گاه اڳيان اڇلائي چوڻ لڳو ته کڻ هي گاه، هاڻي خدا حافظ. مون خدا سان عهد ڪيو آهي ته ڪنهن به شخص جي بيعت قبول نه ڪندس. ائين چئي اُٺ کي ڀڄائي هليو ويو. حصين بن نمير ڪا مهل حيرت سان ڪيس ڏسندو رهيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو ته الله اڪبر! بني هاشم وارا ڪهڙا نه سخي ۽ بي پرواهه آهن، جو منهنجي اهڙي وڏي آڇ کي معمولي طرح ٺڪرائي منهن ڦيرائي هليو ويو، ڇو ته مون ساڻس ڪا ڳالهه ئي ڪانه ڪئي.

## نالائق پيءُ جو لائق پٽ

حديث شريف ۾ آيل آهي ته قرب قيامت جي وقت

اها حالت ٿي ويندي، جو دنيا ٺڳي، مڪار ۽ چالاڪ ماڻهن
کي عقلمند سمجهندي ۽ ايماندار، سچن ۽ صاف گو ماڻهن کي
بيوقوف ڄاڻندي. ساڳيو حال بني اميه وارن جو هو، جڏهن
يزيد موڪي ويو ۽ سندس پٽ معاويه کي تخت تي ويهاريو
ويو سڀني سندس بيعت ڪئي مگر معاويه بن يزيد عمر ٿي
ٻهي روئي چوڻ لڳو ته مسلمانو هي تخت ۽ هي حڪومت
جنهن لاءِ منهنجي ۾ نه اهليت ۽ مظلومن تي ظلم روا رکيو
تنهن بابت مون جڏهن غور ڪيو ته منهنجي ضمير مونکي
اجازت نه ڏني جو آءٌ هن تخت تي ويهان هن خدمت عظيم
لاءِ حضرت ابابڪر صديق رضہ حضرت عمر رضہ جهڙن انسانن
جي ضرورت آهي ۽ مون ۾ انهن جي جيتري برابر به لياقت
ڪانهي تنهنڪري آءٌ هن بار کان دست بردار ٿيان ٿو. توهان
ڪنهن ٻئي کي هن خدمت لاءِ منتخب ڪريو ائين چئي
حضرت معاويه رحمت الله عليه خلوت ۾ هليو ويو اها حالت
ڏسي بني اميه وارن ۾ هڪ شور مچي ويو ۽ وڏا وڏا سلطنت
جا رڪن ۽ اڪابر حضرت معاويه رضہ جي خدمت ۾ حاضر
ٿيا ۽ عرض ڪرڻ لڳا ته اگر اوهان پاڻ خلافت پسند نٿا
ڪريو ته مهرباني ڪري پنهنجو جانشين ضرور مقرر ڪري
ڇڏيو. حضرت معاويه رضہ جواب ڏنو ته جنهن صورت ۾ مان
خود اِن ڦل جو مزو چکڻ نٿو چاهيان ته ٻئي کي ڪيئن مقرر
ڪريان وڃو وڃو مون وٽان هليا وڃو مونکي هن قصي سان
ڪو به سروڪار ڪونهي هي جواب ٻڌي سڀ موٽي آيا ۽
چوڻ لڳا ته هي بي عقل ۽ ناسمجهه آهي گويا آنحضرت رضہ
جي اها پيشنگوئي پوري ٿي ته آخري وقت ۾ ماڻهون حق
پرست ۽ صاف دل کي بي وقوف سمجهندا. طبري جو چوڻ
آهي ته حضرت معاويه رضہ خلوت ۾ وڃڻ بعد وري ٻاهر نه

لڳو. الڪرامت ۾ موڪلايو ويو ۽ آخر چاليهن ڏينهن بعد رهائي ڪيائون الله جي مٿس رحمت هجي ۽ ڪيس جنت نصيب ٿئي خدا جي قدرت اهڙي اهڙو نالائق جو ڪيس اهليت جو نه شرم نه آيو ۽ ٻيو اهڙو لائق جو شهنشاهيت کي لائق ناهه لمحو هيائون جو هن ناڪي الحو اهل نه سمجهيو. اسانکي بني اميه وارن سان ڪا عداوت ڪانهي اسان حق جا دوستن ۽ سچن جا شيدائي آهيون. جهڙي طرح آفتاب اسلام جامع القرآن حضرت عثمان رضه ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه جي اسان جي دل ۾ عزت آهي اسانجا سر ادب کان سندن اڳيان جهڪڻ لاءِ تيار آهن حالانڪ اهي ٻه ٻئي اميه مان هوا.

## ڪوفين جي ندامت

مطلب ته ڪربلا جي واقع کان پوءِ ڪجهه عرصي گذرڻ بعد ڪوفي وارن جي دل ۾ ڪجهه ندامت پيدا ٿي ۽ هو هڪ هنڌ جمع ٿيا سندن اڳواڻ سليمان بن صرد هو جنهن تقرير شروع ڪئي ته مسلمانو اسان کي بلڪل وڏو گناهه ٿيو جو اسان اول رسول الله صلعم جي آل کي دعوت ڏئي گهرايو ۽ پوءِ عين وقت تي بي وفائي ڪئي. ۽ آخر ڪين مظلوميءَ جي حالت ۾ شهيد ٿيڻ ڏنوسين.

هي اهڙو اسان گناهه ڪيو آهي جو ڪڏهن به خدا اسان کي معاف نه ڪندو هي اهڙي خطا آهي جنهنجي تلافي سواءِ جان قربان ڪرڻ جي هرگز ٿي نٿي سگهي. اسانکي هاڻي عملي طور ڪرڻ گهرجي يعني سڀني گڏجي بني اميه وارن کان حضرت حسين رضه جي خون جو انتقام وٺون (هي اهي ڪوفي آهن جن حضرت مسلم جي هٿ تي بيعت ڪئي مگر ابن زياد جي اچڻ بعد گهرن ۾ لڪي ويا. خارجي فرقو انهيءَ

عراق مان ابتدا ۾ حضرت علي رض جو قاتل اٿيو. عراق جو باشندو هو ۽ اٿيو. عراق وارن حضرت امام حسين رض کي مجبور ڪري ڪوفي ۾ گهرائي بي وفائي ڪئي. عراق جي سر زمين ۾ هي قدرتي اثر هو جو اتي جي رهاڪن ۾ شوخ مزاجي ۽ بي وفائي فطرتا داخل هئي.

سليمان بن صرد جي تقرير ماڻهن تي چڱو اثر ڪيو ۽ سڀني صلاح ڪئي ته مخفي طرح ڪوفي ۾ هن تحريڪ کي ڦهلائڻ گهرجي جنهن وقت ماڻهن جو چڱو تعداد اسان سان شامل ٿي وڃي تنهن وقت فورا بني اميه وارن تي حملو ڪيو وڃي. هي واقعو هجري ٦١ جو آهي. چار ورهه برابر سليمان ۽ سندس ساٿي اندر ئي اندر پنهنجو ڪم ڪري رهيا هوا. چئن ورهن بعد سنه ٦٥ هجري ۾ سڀني گڏجي خروج ڪيو. ان وقت دمشق جو حاڪم مروان بن الحڪم هو جنهنکي حضرت معاويه بن يزيد جي رحلت بعد سڀني بني اميه وارن گڏجي پنهنجو خليفو بنايو هو مگر درحقيقت مروان جو تخت تي ويهڻ عبيدالله بن زياد جي ڪوشش جو نتيجو هو ڇو ته ابن زياد ڪربلا جي واقع بعد يزيد ۽ سندس خاندان جو پڪو دشمن ٿي پيو هو. سندس مطلب هو ته يزيد يا سندس خاندان کي وري حڪومت نصيب نه ٿئي ۽ آخر ائين ئي ٿيو يزيد جي اولاد هوندي مروان تخت تي ويٺو.

---

## مرنے کے بعد آئے ہیں رونے مزار پر

مروان تخت تي ويهڻ سان ابن زياد کي حڪم ڏنو ته لشڪر جرار وٺي عراق تي ڪاهه ڪر. ڇو ته حضرت ابن زبير رض جو اثر گهڻو وڌي چڪو هو سندس اثر نه صرف مڪي مديني تائين محدود هو بلڪ ڪوفه بصره يمن وغيره تي به

سندس تسلط قائم ٿي چڪو هو ۽ ابن زبير رضه انهن هنڌن تي مضبوط چوڪيون نه قائم ڪري سگهيون هيون. ايران ۽ خراسان ۾ به بني اميه جو اثر ختم ٿي چڪو هو ۽ ابن زبير رضه جو اثر قائم ٿي چڪو هو. بني اميه وٽ صرف شام جو علائقو وڃي بچيو هو جتي هو بلا خوف حڪومت ڪري رهيا هوا انهي ڪري مروان کي هتان ويل ملڪن کي دوباره وٺڻ جو خيال پيدا ٿيو ۽ پوءِ فوج هن عراق ڏانهن موڪلي جا ابن زياد جي ڪمانڊري هيٺ روانو ٿي ۽ هوڏانهن عراق ۾ سليمان بن صرد سڀني ماڻهن کي جمع ڪيو جن حضرت حسين رضه جي خون جو بدلو وٺڻ جو قسم کنيو هو جن جو تعداد ڏه هزار کن ٿيندو سي لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيا مگر سڀني جو خيال هو ته پهرين اسان کي حضرت امام حسين رضه جي مزار مبارڪ تي هلڻ گهرجي جتي زيارت نه ڪيون ۽ سندس روح مبارڪ کان پهرين پنهنجن گناهن جي معافي نه گهرون. مطلب ته اها راءِ سڀني کي پسند آئي ۽ اهي ڏه هزار عراقي ۽ ڪوفي مٿا اگهاڙا ڪري ڪارا ڪپڙا پهري مزار حسين رضه تي حاضر ٿيا ۽ مزار مبارڪ کي ڏسي اوڇنگارون ڏيئي رڙيون ڪري زار زار روئڻ لڳا ڏينهن کان بعد سڀني گڏجي وري دوباره امام حسين رضه جي خون جو بدلو وٺڻ جو عهد ڪيو انهن جي هن آه بڪا ۽ گريه زاريءَ تي اردو جو هي شعر نهايت موزون آهي ته:-

## مرنے کے بعد آئے ہیں رونے مزار پر

اڄ انهن جو انتقام وٺڻ سگهڙي ڪم جو المنه جي هي شروع ۾ سچا ٿين ها ۽ حضرت مسلم رضه جي مدد ڪن ها ته اڄ ڪين انتقام وٺڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوي ها ۽ هن وقت وڙهڻ بلڪل بي سود هو ۽ خواه مخواه پنهنجي جان

وڄائڻي هئي ۽ اگر هو حضرت ابن زبير رض جي گورنر سان
ملي ٻئي امير وارن جو مقابلو ڪن ها ته دشمن جو ڪنڌ ڀڃي
ڇڏيو ٿي وڃي ها.

مطلب ته هي امام حسين رض جو بدلو وٺڻ وارو قافلو تيار ٿيو ڪن جي صلاح ٿي ته پهرين ڪوفي ۾ هلي عمر بن سعد، شمر بن ذي الجوشن ۽ تمام قاتلن حسين رض کي قتل ڪري ڇڏجي مگر گهڻن جي راءِ اها هئي ته پهرين ٻئي امير جي تخت گاهه تي حملو ڪجي ۽ انهن جي حڪومت جو ڏالو نشان مٽائجي اها صلاح سڀني کي پسند آئي ۽ سڀ دمشق ڏانهن روانا ٿيا رستي ۾ ڪين معلوم ٿيو ته مروان مري ويو ۽ تخت تي سندس پٽ عبدالملڪ کي وهاريو ويو آهي. جنهن هڪ زبردست فوج وڏي تعداد ۾ اسان جي مقابلي لاءِ رواني ڪئي آهي. تنهن ڪري سليمان بن صرد سڀني ماڻهن کي جمع ڪيو ۽ تقرير شروع ڪئي. مسلمانو انتقام وٺڻ جو وقت قريب اچي ويو. مرد ٿي همت کان ڪم وٺجو اگر آءٌ ماريو وڃان ته منهنجي جاءِ فورا مسيب سنڀالي اگر هو به قتل ٿي وڃي ته عبدالله بن سعد اڳيان ٿئي اگر هو به ماريو وڃي ته رفاع سپهه سالار ٿئي. آخري دم تائين جنگ جاري رکجو. ابن زياد حصين بن نمير کي حڪم ڏنو جو ٻارهن هزار فوج سان اڳيان وڌيو ۽ سليمان بن صرد کي لشڪري چوڻ لڳو ته اي سليمان ٻه فرقا مسلمانن جا اڳئي موجود آهن هڪڙو زبيري ٻيو مرواني هي ٽيون فرقو اوهان جو ڪٿان پيدا ٿيو نه اوهان جو ڪو امام نه اوهان جو ڪو مقصد اسان زبيري ۽ مروانين جي وچ ۾ ته حڪومت لاءِ جنگ آهي. مگر اوهان ڇا لاءِ وڙهڻ آيا آهيو. اوهان وٽ نه فوج نه حڪومت جو اجايو ناحق کي برباد ڪريو ٿا بهتر آهي ته موٽي هليا وڃو.

سليمان بن صرد جواب ڏنو ته اها نصيحت ٻڌڻجي ذات کي ڪو جن جو روز نئون امام مقرر ٿئي ٿو ۽ اوهان جو مقرر ڪيل امام هميشه باطل جو حامي رهي ٿو اسان جو امام خاندان رسالت مان آهي. اسان جو مقصد اوهان جي مقصد کان اعليٰ آهي. يعني اسان کي رسول الله صلعم جي آل جو انتقام وٺڻو آهي عبدالله بن زياد کي اسان جي حوالي ڪريو ته اسان حضرت امام حسين رض جي خون جي عوض ان کي قتل ڪريون ۽ عبدالملڪ کي تخت تان لاهو وڃي ۽ سندس جاءِ تي جمهور جي راءِ سان امام مقرر ڪيو وڃي پس اسان جي اها خواهش پوري ڪئي وڃي ته اسان موٽي وڃڻ لاءِ تيار آهيون حصين بن نمير اهو جواب ٻڌي تلوار ڪڍي اڳيان وڌيو ۽ لڙائي شروع ٿي وئي. سليمان بن صرد جي لشڪر ڏاڍيءَ جوان مرديءَ ۽ همت سان مقابلو ڪيو جيتوڻيڪ سندن تعداد دشمن جي مقابلي ۾ بلڪل گهٽ هو. مگر آخر حصين بن نمير جي فوج کي ڀڄڻو پيو. مگر بدقسمتيءَ سان ابن زياد جو موڪليل لشڪر ويهه هزار عين وقت تي اچي ويو جنهن ڪري دشمن جو حوصلو وڌي ويو. اهڙي طاقت ۾ به سليمان بن صرد جي فوج همت سان مقابلو ڪندي رهي. هڪ طرف ٣٢ هزار فوج هئي ۽ ٻئي طرف صرف ڏه هزار فوج هئي خوب خونريز جنگ شروع ٿي وڙهندي وڙهندي اوچتو سليمان بن صرد جي سيني ۾ هڪ تير لڳو جنهن ڪري هو گهوڙي تان ڪري پيو.

سليمان کي ڪرندو ڏسي مسيب جهٽو ڪٽي اڳيان وڌيو مگر هو به جلد تلوار جو وار کائي ملڪ عدم ڏانهن راهي ٿيو. تڏهن عبدالله بن سعد فوج جي ڪمان سنڀالي اڳيان آيو ۽ خوب مقابلو ڪري قتل ٿيو. اها حالت ڏسي رفاعه اڳيان وڌيو مگر دشمن جو تعداد گهڻو ڏسي همت هاري گهبرائجي

پنهنجي فوج کي وٺي اچي پهتو انهن کي پنهنجو ڏسي مرواني فوج زور سان حملو ڪيو ۽ هڪ هڪ کي ڪهڙن موڙن وانگي قتل ڪندا ويا آخر سڀني جو خاتمو ڪري مرواني لشڪر فتح جا نعره هڻندو پنهنجي قيام گاهه ۾ موٽي آيو. مطلب ته هن بي اصول جماعت بي موقع جنگ ڪري پنهنجن جانن کي مفت برباد ڪيو مگر حقيقت ۾ هي به هڪ **خدائي انتقام** هو ۽ انهن کي پنهنجي عملن جي ضروري سزا ملڻي هئي جا هن صورت ۾ ڪين ملي.



# مختار جي تلوار بي نيام

# ۽

# قاتلان حسين رضه جو انجام

عبيده بن مسعود ثقفي جي پٽ مختار ثاني ڪوفي ۾ مشهور ڪيو ته مون کي امام حسين رضه جي ڀاءُ محمد حنفي مقرر ڪيو آهي ته آءٌ حضرت امام حسين رضه جي خون جو بدلو وٺان. تنهن ڪري محبان اهلبيت کي مون سان ملي مون کي هن مقصد ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. ڪوفي وارن مان جن سندس ڳالهه تي اعتبار ڪيو سي سندس جهنڊي هيٺ اچي جمع ٿيا. اها خبر جڏهن ڪوفي جي حاڪم عبدالله بن مطيع کي پهتي جو حضرت ابن زبير رضه جي طرفان ڪوفه جو گورنر مقرر ٿيل هو تڏهن مختار کي گرفتار ڪرائي ڪٺي قيد خاني ۾ بند ڪيو. جنهن زماني ۾ سليمان بن صرد حضرت امام حسين رضه جي خون جي بدلي وٺڻ لاءِ تيار ٿيو هو تنهن زماني ۾ مختار قيد ۾ بند هو ۽ جڏهن رفاعه مرواني لشڪر کان شڪست

ڪائي ڪوڙي ۽ ٻي آيل ته هن مختار قيد خاني مان ڪيس پيغام
موڪليو ته ڪوبه فڪر نه ڪر اهو وقت جلد اچڻ وارو آهي
جو پاڻ ٻئي ملي حضرت امام حسين رضه جي خون جو بدلو
وٺنداسين. رفاعه اهو پيغام ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اهو ذڪر
پنهنجي رفيقن سان ڪيائين رفيقن صلاح ڏني ته اسان کي
ڪنهن به طرح مختار کي قيد خاني مان ڇڏائڻ گهرجي. مگر
ڪن جو چوڻ هو ته هن ڳالهه جو ڪهڙو ثبوت آهي ته برابر
محمد حنفي مختار کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو آهي تنهن
ڪري بهتر اسان کي مديني شريف ۾ هلي حضرت محمد
حنفي کان دريافت ڪرڻ گهرجي. اگر برابر محمد حنفي کيس
مقرر ڪيو آهي ته پوءِ اسان سڀني تي سندس مدد واجب
آهي. اها صلاح سڀني کي پسند آئي ۽ هڪ جماعت تحقيقات
ڪرڻ لاءِ مديني شريف ڏانهن روانو ٿي. مختار کي جڏهن
اها خبر پيئي سو گهٻرائجي ويو. ڇو ته هن پنهنجو رسوخ قائم
ڪرڻ لاءِ هي ڪوڙو افواه اڏاريو هو. جڏهن هيءَ جماعت
حضرت محمد حنفي وٽ پهتي ۽ سوال ڪيائون ته ڇا هي
سچ آهي ته مختار کي اوهان حضرت امام حسين رضه جي
خون جي بدلي وٺڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي. هن سوال جو جواب
حضرت محمد حنفي نهايت عقلمنديءَ سان ڏنو پاڻ فرمايائون
ته حضرت امام حسين رضه جي خون جو بدلو وٺڻ هر هڪ
مسلمان تي فرض آهي اهو جواب ٻڌي ڪوفي وارن کي تسلي
ٿي وئي ته مختار سچو آهي ۽ حضرت جن وقت جي مصلحت
ڪري صاف لفظ چون ورنه سندن اشارو ڪافي آهي اهو
جواب انهن اچي ڪوفي ۾ ٻڌايو جنهن ڪري ڪوفي ۾ ڏاڍو
جوش پيدا ٿي ويو ۽ سڀ مختار کي ڇڏائڻ لاءِ تيار ٿي ويا
مختار کي جڏهن اها خبر پئي ته حضرت محمد حنفي سندس
ڳالهه جي تصديق ڪئي ۽ کيس سچو ثابت ڪيو آهي تڏهن

ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سچي دل سان عهد ڪيائين ته هاڻي مون
تي هن خاندان جي مدد ڪرڻ فرض ٿي چڪي. هو ڏانهن
ڪوفين خوب تيار ٿي ڪوفي جي حاڪم تي حملو ڪري
ڏنو ۽ نهايت خونريز جنگ شروع ٿي وئي ٻنهي طرف ڪجهه
لشڪر قيد ٿيا. ڏانهن ڪاهي ويو ان وچ مختار کي آزاد
ڪيو ۽ آخر ڪوفي جو حاڪم شڪست کائي مڪه معظمه
ڏانهن ڀڄي ويو ۽ ڪوفي وارن مختار کي پنهنجو حاڪم مقرر
ڪيو ۽ جڏهن مختار جي باضابطه حڪومت قائم ٿي وئي ۽
چوطرف سندس چوڪيون قائم ٿي ويون تڏهن پاڻ کي نائب
المهدي سڏائي ماڻهن کان بيعت وٺڻ لڳو. عبيدالله بن زياد
رستي ۾ ابن زبير رضه جي طرفدار قبيلن سان جنگ ۾
مصروف هو تنهن کي جڏهن مختار جي خبر پهتي تڏهن سڙي
ويو ۽ گهڻي ڪوشش الان جلد ڇڏائڻ جي ڪيائين مگر قبيلن
کيس هڪ سال تائين برابر اڳتان وڃڻ جو رستو نه ڏنو. ان
وچ ۾ مختار چڱي طاقت حاصل ڪري ورتي ۽ پنهنجي لشڪر
کي ابن زياد جي مقابلي جو حڪم ڏنائين. يزيد بن انس ٽن
هزارن سپاهين سان ابن زياد جي مقابلي لاءِ روانو ٿيو.
جيتوڻيڪ يزيد سخت بيمار هو تنهن هوندي به هن ڪو
انڪار وغيره نه ڪيو ۽ لشڪر وٺي اچي موصل ۾ ابن زياد
جي لشڪر جي سامهون ٿيو. ابن زياد ڇهه هزار سپاهي ربيعه
جي ڪمانڊريءَ هيٺ مقابلي لاءِ سامهون ڪيا مگر يزيد بن
انس جي ٿوري فوج خوب جوان مرديءَ سان مقابلو ڪيو ۽
کيس شڪست ڏني. ان لڙائيءَ ۾ ڪيترا شامي مارجي ويا ۽
٣ سؤ گرفتار ٿيا باقي فوج ڀاڄ کاڌي قيدي يزيد جي سامهون
آندا ويا مگر يزيد ان وقت سڪرات جي حالت ۾ هو تنهن
ڪري منهن سان ڪجهه به نه چئي سگهيو ۽ هٿن جي اشارن
سان حڪم ڏنائين ته انهن کي قتل ڪري ڇڏيو. اهو حڪم

ڏئي دم ڏنائين ۽ ملڪ عدم ڏانهن راهي ٿيو. (بايزيد بن انس پنهنجي بيماريءَ جي سخت حالت ڏسي پنهنجو قائم مقام ورقا کي مقرر ڪري ڇڏيو هو) ورقا سندس حڪم جي تعميل ڪئي ۽ ٻي سڀ شامين کي قتل ڪرائي ڇڏيائين ۽ سمورو حال مختار کي لکي موڪليائين ۽ عرض ڪيائين ته ابن زياد جو لشڪر اسان کان تعداد ۾ گهڻو آهي تنهن ڪري جلد اسان جي مدد لاءِ ٻيو لشڪر موڪليو. مختار اها خبر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ابراهيم بن مالڪ اشتر جي ڪمان هيٺ ست هزار سپاهي بايزيد جي مدد لاءِ روانه ڪيائين اڃا هي لشڪر ڪوفي کان هڪ منزل اڳتي پهتو ته ڪوفي پنهنجي غداريءَ جا ٻيا ڪيا يعني ڪوفين پنهنجي اڳاٽي عادت موجب مختار جي خلاف بغاوت شروع ڪري ڏني.

انهن باغين مشهور ڪيو ته يا يزيد بن انس ، ابن زياد جي هٿان مارجي ويو ۽ هي لشڪر انهن جي انتقام وٺڻ لاءِ موڪليو ويو آهي هڪڙو انهن اسانجي اها حالت آهي جو هڪ طرف بني اميه جي ڪاهه جو خطرو ٻئي طرف ابن زبير رضه پنهنجي گورنر جي انتقام وٺڻ لاءِ تياري ڪري رهيو آهي اهڙي حالت ۾ سارو لشڪر ٻاهر موڪليو ويو تنهنجي معنيٰ اها آهي ته مختار اسانکي برباد ڪرڻ گهري ٿو مفسدن جي ان پروپيگنڊا ساري شهر ۾ مختار جي خلاف بغاوت پيدا ڪري ڏني ۽ سڀني جي اها مرضي هئي ته اهڙي ڪمزور حاڪم جي بيعت ٽوڙي اسانکي ٻيو مضبوط امام مقرر ڪرڻ گهرجي. مختار اها حالت ڏسي يڪدم قاصد کي ابراهيم بن مالڪ اشتر ڏانهن روانو ڪيو ۽ چوائي موڪليائين ته جلد لشڪر وٺي واپس موٽي اچ ڇو ته ڪوفي ۾ بغاوت پيدا ٿي چڪي آهي ۽ باغين کي چوڻ لڳو ته چڱو اوهان ڪنهن ٻئي شخص کي پنهنجو امام مقرر ڪريو

آءٌ خوشيءَ سان سندس بيعت ڪندس. آءٌ سيدي جي راهه سان بدل آهيان ڪوفي مختيار جو اهو نرم جواب ٻڌي لڏا ٿي ويا ۽ سمجهڻ لڳا ته مختار اسانجي تابع آهي اسان سندس تابع نه آهيون هيڏانهن فساد بند ٿي چڪو هو ۽ هوڏانهن ابراهيم بن مالڪ اشتر جي لشڪر ڪوفي ۾ اچڻ شرط قتل عام شروع ڪري ڏنو جهڙڪري سارو فتنو فساد جي لاءِ ختم ٿي ويو ان قتل عام ۾ ست هزار ڪوفي قتل ٿيا (طبري جو چوڻ آهي ته هن خونريزي ۾ گهڻو ڪري اهي ماڻهو ماريا ويا جن ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت امام حسين رضه سان جنگ ڪئي يا دغا ڏني هئي گويا انهن شريرن لاءِ هي خدائي انتقام هو.)

—o§o§o—

## (قاتلان حسين رضه تي خدائي قهر)

جڏهن ڪوفي جي بغاوت جو خاتمو ٿي ويو ۽ چوطرف امن امان قائم ٿي ويو تڏهن هڪ شخص مختار جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته اوهان حضرت امام حسين رضه جي خون جو بدلو ابن زياد کان وٺڻ گهرو ٿا ۽ هو هڪڙو ماڻهو آهي ليڪن اوهان جڏهن به بدلو وٺڻ چاهيو ته وٺي سگهو ٿا اوهانکي پهرين انهن ملعونن کي قتل ڪرڻ گهرجي جن حضرت امام حسين رضه جي شهادت ۾ زياده حصو ورتو جن جو تعداد چار هزار آهي. ۽ جي ڪوفي ۾ موجود آهن جن کي اوهان پناهه ڏئي ڇڏي آهي. پهرين انهن کي قتل ڪرڻ واجب آهي انهن ڇڙن هزارن ۾ عمرو بن سعد، شمر بن ذي الجوشن ۽ خولي بن يزيد به شامل آهن مختار جواب ڏنو ته اوهانجو چوڻ بلڪل واجبي آهي آءٌ جلد ئي انهن بدبختن کي جهنم رسيد ڪريان. انهيءَ وقت حڪم

ڏنائين ته جلد انهن بدبختن کي حاضر ڪريو. ٿوري دير بعد سپاهي عمرو بن سعد ۽ شمر کي دربار ۾ وٺي آيا. مختار پڇين ته ڇا اهي نام نهاد مسلمان اوهان آهيو جن رسول الله صلعم جو ڪلمون پڙهي ۽ سندس آلؑ کي پياسو ڪربلا ۾ ڪٺو! بي ايمانو اوهانکي نه خدا جو خوف ٿيو نه عاقبت جو خيال ٿيو. يزيد الجي صله ۾ اوهانکي ڪيتري دولت ملي؟ او شمر تو پنهنجي سامهون رسول الله صلعم جي نواسي کي پياسو ذبح ڪرايو هو ان بهادريءَ جو توکي ڪهڙو انعام مليو؟

عمرو بن سعد ۽ شمر اچي ڏڪڻ لڳا منهن مان ڪجهه به نه چئي سگهيا.

مختار حڪم ڏنو ته انهن ملعونن کي منهنجي سامهون رسين سان ٻڌي ذبح ڪريو ته دنيا عبرت حاصل ڪري. جلادن فورن حڪم جي تعميل ڪئي. شمر ۽ عمرو بن سعد عاجزيءَ سان معافي گهرڻ لڳا ته اسان بي قصور آهيون اسان ابن زياد جي حڪم سان اهو ڪم ڪيو هو. مختار جواب ڏنو ته چڱو آءٌ اهوئيءَ کي به جلد توهان ڏانهن موڪليان ٿو پوءِ پاڻ ۾ گڏجي هڪ ٻئي تي ڏوهه ثابت ڪجو اهين چئي جلادن ٻنهي شريرن جي گردن تي تلوار جو وار ڪيو جنهنڪري ٻئي ڦٿڪي ڦٿڪي جهنم ڏانهن راهي ٿيا خلقت اهو تماشو نهايت حيرانيءَ جي حالت سان ڏسي رهي هئي ۽ ڪنهنجي مجال نه هئي جو ڪو چپ چوري سگهي. انهن جي قتل کان بعد مختار سپاهين کي حڪم ڏنو ته جن ماڻهن حضرت امام حسين رضه جي قتل ۾ حصو ورتو يا سندس پوشاڪ لاٿو يا لاش مبارڪ تان گهوڙو ڊوڙايو انهن سڀني کي جلد گرفتار ڪري ان وقت وٺي اچو سپاهي اهو حڪم ٻڌي هڪ هڪ کي گرفتار ڪندا آڻيندا ويا ۽ جلاد انهن جا سر ڌڙ کان ڌار ڪندا ويا انهيءَ ۾ هڪ شخص خولي بن يزيد کي گرفتار ڪري وٺي آيو.

هي اهو ملعون آهي جنهن حضرت امام حسين رضه جي سر مبارڪ کي نيزي تي رکي ابن زياد وٽ آندو هو. مختار خولي جي صورت ڏسي غضب ۾ ڀاڙڪو ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته ٻري ڪريو هن ملعون کي منهنجي منهن تان وڃو هنجا هٿ پير وڍي ڪيس رستي تي ٽنگو ڪري ڇڏيو ته خلقت الله عبرت حاصل ڪري ته آل رسول صه جي سر مبارڪ جي توهين ڪرڻ واري جي اها سزا آهي. سپاهين فورا حڪم جي تعميل ڪئي ۽ خولي جا هٿ پير وڍيا ويا ۽ ڪيس رستي تي ٽنگو ڪيو ويو جتي هو ڦٿڪي جهنم ڏانهن راهي ٿيو. مطلب ته اهڙي طرح هزارين يزيدي مختار جي هٿان في النار ٿيا ۽ ڪي ٿورا ٻچي بصره ڏانهن هليا ويا مختار حڪم ڏنو ته انهن جي لاشن کي دفن بلڪل نه ڪيو وڃي بلڪ جانورن جي حوالي ڪري ڇڏيو. اڄ انهن ناداڻن کي معلوم ٿي ويو ته دنيا جي خاطر عاقبت کي وساري ڇڏڻ ۾ ڪوبه مزو نه آهي اڄ جڏهن انهن جي گردن تي خنجر وهي رهيا هئا تڏهن نه شامي مدد لاءِ آيا نه ڪوفي. انهن کي ابن زياد ۽ مروان تي ناز هو. مگر اهي به انهن کي ڇڏائي نه سگهيا. سچ آهي ته هن دنيا ۾ جهڙو ٻج ٻوکبو، تهڙو ئي ڦل حاصل ٿيندو.

ومن يعمل مثقال ذرة خيرا يره، ومن يعمل مثقال ذرة شرا يره

(يعني جيڪو هڪ ذري برابر نيڪي ڪندو ته انکي انجو بدلو ملي ٿو ۽ جيڪو هڪ ذري برابر بدي ڪري ٿو ته انکي به انجو بدلو ضرور ملي ٿو.

حضرت امام حسين رضه صبر ۽ حق جي قربان گاه ۾ ايڪ نئين سان پنهنجو سر ڏنو، جنهنجو نتيجو هي نڪتو جو سندس نالو اڄ ڏينهن تائين زنده آهي ۽ قاتلان حسين رضه کي پنهنجن ڪرتوتن جو اهو ڦل مليو، جو سندن نالو صفحه هستيءَ تان هميشه لاءِ مٽجي ويو.

# ابن زياد جو وارو

ڪوفي جو فتنو فنا ٿي چڪو. قاتلان حسين رضه کي مختار چونڊي چونڊي جڏهن في النار ڪري چڪو، تڏهن کيس ابن زياد جو فڪر پيدا ٿيو. تنهنڪري ابراهيم بن مالڪ اشتر کي سڏي حڪم ڏنائين ته تون جلد موصل ڏانهن لشڪر وٺي وڃ ۽ وڃي انهن ڀائرن جي مدد ڪر، جن کي رات [?] ڏينهن ابن زياد جو خطرو لڳل آهي. جيتوڻيڪ هو هميشه سان مقابلو ڪندا رهيا آهن، مگر دشمن جي تعداد جي مقابلي ۾ هو بلڪل ٿورا آهن. تنهنڪري اسان کي انهن جي جلد مدد ڪرڻ گهرجي. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته شامين جي هڪ زبردست فوج جلد موصل ۾ اچڻ واري آهي. تنهنڪري اوهان کي بلڪل جلد اتي پهچي وڃڻ گهرجي. ابراهيم بن مالڪ اشتر الهيءَ وقت لشڪر کي تيار ڪيو ۽ وڃڻ ٿي لڳو ته مختار کيس چوڻ لڳو ته شرط الله ضرور پاڻ سان کڻي وڃجو. خدا الهيءَ جي برڪت سان اوهان کي فتحياب ڪندو. جهڙي طرح بني اسرائيل لڙائين ۾ تابوت سڪينه پاڻ سان کڻندا هئا ۽ خدا الهيءَ جي برڪت سان انهن کي فتح ڏيندو هو، اهڙي طرح هي شرط الله اسان لاءِ برڪت واري چيز آهي، جا اگر اوهان سان هوندي ته توهانجو [?] هڪڙو ماڻهو هزارن دشمن کي شڪست ڏئي سگهندو. ابراهيم شرط الله کي نهايت عزت ۽ ڌوم ڌام سان کڻايو. جڏهن وقت سپاهين شرط الله کي مٿي ڪيو ته چوطرف زور شور سان تڪبيرون بلند ٿي ويون. هن وقت اهڙو ته ڪوهه [?] ۾ جوش هو جو اڳي ڪڏهن نه ڏٺو هو. ائين پئي معلوم ٿيو

ته ڇهه ستن هزارن جي فوج ڪاهي پهتي ستن لکن جي ٽڪا
فوج آهي. خلاصه، شرط الله جي تعظيم ۾ جهڪي ويئي. مطلب
ته هڪ عجيب نظارو قائم ٿي ويو.

—o8o8o—

# شرط الله جي حقيقت

چونڪه حضرت علي رضه جي هڪ صندلي هئي جنهن تي هو ويهي اجلاس يا انصاف ڪندو هو حضرت علي رضه جي شهادت بعد اها صندلي سندس پٽ حضرت طفيل جي هٿ آئي ۽ جڏهن مختار کي عروج حاصل ٿيو تڏهن اها صندلي ٻي ٻها لڏ رائو ڏئي حضرت طفيل کان خريد ڪيائين ۽ ان صندلي کي هڪ چانديءَ جي صندوق ۾ بند ڪري جامع مسجد ۾ هڪ ڏينهن ممبر تي چڙهي تقرير ڪرڻ لڳو ته جهڙي طرح سڀني مسلمانن لاءِ مقام ابراهيم تعظيم جي جاءِ آهي يا بني اسرائيل لاءِ تابوت سڪينه واجب تعظيم آهي اهڙي طرح اسان شيعن لاءِ هيءَ صندلي واجب تعظيم آهي يقين رکڻو ته هاڻي جلد ساري دنيا ۾ شيعن جو ڏولڪو وڄڻو آهي هاڻي ڪنهن کي مجال نه ٿيندي جو مخالف اهلبيت کي عداوت جي نظر سان ڏسي سگهي. ڇو ته فتح ۽ نصرت جا فرشته انهن سان هوندا جنهن وقت هيءَ صندلي هوندي. هي اسد الله الغالب رضه جي نشاني آهي جنهن ٻهڄي قوت سان ساري دنيا کي مغلوب ڪيو انهي تعظيم نجات جو باعث آهي. ان ڏينهن کان وٺي پوءِ دستور ٿي ويو ته سڀ ماڻهو هر ڪنهن نماز بعد شرط الله جي تعظيم ڪندا هوا ۽ انکي ٻهڄو وسيلو سمجهي مرادون گهرندا هئا مطلب ته ابراهيم بن مالڪ اشتر

شرط الله پاڻ سان ڪٽڪي ڏاڍي ڌوم ڌام سان ڪوچ ماري روانو ٿيو ۽ ٿورن ئي ڏينهن بعد اچي موصل جي سرحد تي پهتو. ابن زياد جو سپهه سالار عمرو بن اسماعيل جو ابراهيم بن مالڪ جو پراڻو دوست هو سو اڳي پنهنجي لشڪر سان موجود هو سو رات جو مخفي طرح ابراهيم وٽ آيو ۽ ساڻس عهد ڪري ويو ته صباحي لڙائي شروع ٿيڻ وقت مان پنهنجي فوج سميت اچي توسان ملندس. ابراهيم سندس اهو ارادو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. مگر بني اميه جي ڪنهن به امير اڳي ڪڏهين پنهنجو وعدو پورو ڪيو هجي جو عمرو بن اسماعيل پورو ڪري. صبح ٿيو لڙائي شروع ٿي ۽ ابراهيم ڪافي عمرو جو رستو ڏسندو رهيو مگر عمرو ڏسڻ ۾ نه آيو ٿوري دير بعد مايوس ٿي ڇا ڏسي ته عمرو سندس لشڪر سان خوب مقابلي ۾ مصروف آهي. اها حالت ڏسي ابراهيم کي ڏاڍو جوش آيو ۽ شرط الله کي اڳيان رکي پرزور حملي جو حڪم ڏنائين. ان حملي شامين جا هوش ئي خطا ڪري ڇڏيا ۽ سندن قدم پٺيان هٽڻ لڳا. ابن زياد اها ساري حالت خيمي مان ڏسي رهيو سو تلوار کڻي يڪدم ميدان ۾ آيو ۽ پنهنجي ڀڄندڙ فوج کي هڪل ڪري چوڻ لڳو ته بزدلو ڪيڏانهن ٿا وڃو دشمن جو تعداد بلڪل ٿورو آهي، همت نه هاريو اچو مون سان ملي دشمن تي حملو ڪريو. ابن زياد جي هن تقرير شامين کي وري پٺتي موٽايو ۽ انهن پٺتي موٽي نهايت جوش سان حملو ڪيو جنهنجي جواب ۾ ڪوفين به شرط الله کي اڳيان رکي نعره هڻي زوردار حملو ڪيو خوب خونريز جنگ شروع ٿي وئي ابن زياد به پنهنجي همت سان وڙهندو رهيو. آخر هن ظالم جي زندگيءَ جي خاتمي جو وقت به قريب اچي ويو جيتوڻيڪ تمام ٽڪنيون ڪم ۾ آنديون ويون هو ڪا جنگي چال

استعمال ۾ آندي وئي ۽ هو ڏاڍهن ابراهيم بن مالڪ جي فوج
جو ڪجهه حصو شڪست کائي ڀڄي ويو، مگر قدرت سندس
برخلاف هلندو ڪاڏي ۽ هڪ ڪوفيءَ اوچتو خنجر جو وار ابن زياد تي
ڪيو جو سيني کي چيريندو وڃي پٺ مان نڪتو ۽ هي سفاڪن
جو سردار ملعون مردار ٿي گهوڙي تان ڪري اچي زمين تي پيو.
ابن زياد کي ڪرندو ڏسي شامي ڪيس ڪڍڻ لاءِ ڊوڙيا ۽ سندس
قاتل کان بدلو وٺڻ لاءِ سنبريا ته انتري ۾ ڪوفيءَ هڪ ٻيو
وار ابن زياد تي ڪيو جنهن ڪري ڪمر چيرجي پيس ۽ رڙيون
ڪندو ڦٿڪي ڦٿڪي جهنم ڏانهن راهي ٿيو. ابن زياد کي
مرندو ڏسي شامين جا اوسان ئي خطا ٿي ويا ۽ اهي وائڙا
ٿي الٽي ڀڄڻ لڳا انهن کي ڀڄندو ڏسي ابراهيم بن مالڪ
حڪم ڏنو ته ڪنهن کي به ڀڄڻ نه ڏيو هڪ هڪ کي گرفتار
ڪري قتل ڪندا اچو. ڪوفي اهو حڪم ٻڌي شامين کي
پڪڙي والڪي ذبح ڪندا ويا تان جو سڀني جو خاتمو ٿي
ويو. ابراهيم بن مالڪ ابن زياد جو سر لاهي ٿي رکي مختار
کي موڪلي ڏنو ۽ جنهن وقت ڪين دشمن جو خطرو لهي
ويو تڏهن سڀ ڪوفي ڏانهن روانا ٿيا. ڪوفي ۾ ٣ ڏينهن
اڳ مختار پيشنگوئي ڪئي هئي ته اسانجي لشڪر فتح پائي
آهي ۽ ابن زياد مارجي ويو جلد سندس سر ڪوفه ۾ اچڻو
آهي. انهن تي ڪوفي وارا مٽس مسخريون ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ
لڳا ته رسول خدا صلعم کان سواءِ اڄ ڏينهن تائين ٻئي ڪنهن
به علم غيب جي دعوا نه ڪئي لوڪي ڪيئن معلوم ٿي ويو
ته ابن زياد مارجي ويو وغيره. مگر جڏهن ٽئين ڏينهن برابر ابن زياد جو
سر ڪوفي ۾ ايندو ڏٺائون تڏهن سندن يقين مضبوط ٿي ويو.
مختار انهيءَ جاءِ تي ويٺل هو جتي ابن زياد پهريائين حڪومت
جي زماني ۾ ويهندو هو ۽ سندس سر به انهيءَ هنڌ تي مختار
رکايو جتي ان نابڪار حضرت امام حسين رضه جو سر مبارڪ رکيو
هو. مختار حاضرين کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته هميشه خدا

## خدائي انتقام

جي قهر کان ڊڄندا ڪريو ۽ ظالمن جو هي انجام ڏسي عبرت حاصل ڪريو. هي ابن زياد جو سر آهي جنهنکي پهچڻي عذ ۽ دوزخ لئي تيار هو انکي تڪبر هو ته اسان وٽ هرڪنهن ڏي جي قوت آهي لڏهنگري اسانجو ڪو وار به ونگو نه ڪري سگهندو. ڏسو هي بني اميه جي وڏي متڪبر امير يزيد جو سر آهي، جنهنکي اسان ڪمزور بندن ناچيز بندن معمولي قوت سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو اسان دل و جان سان خد جي فضل ۽ احسان جو اقرار ڪريون ٿا جنهن اسانکي اها فتح ڏني. ورنه اسان ڪمزورن ۾ اهڙي قوت ڪٿي هئي اسان وٽ نه بني اميه جيترو لشڪر هو، نه انهن جيترو خزانو هو صرف حق هو ۽ صداقت هئي ۽ مظلومن جي حمايت هئي. ڏسو خد اسانجي مدد ڪئي ۽ اسان تمام دشمنان اهلبيت ۽ قاتلان حسين رض جو خاتمو ڪيو جن ڪربلا جي ميدان ۾ مظلوم سيدنا حضرت امام حسين رض ۽ سندس ٻچڙن کي بيگناه پياسو شهيد ڪيو هو. ڪٿي آهي شمر شرير ۽ عمرو ابليس، ڪٿي آهي مروان ۽ خولي خبيث فقط اهو موذي جلاد ابن زياد اسان کان بچي ويو هو جو حقيقت ۾ ڪربلا جي ساري قتل و غارت جو ذميوار هو ۽ اسانجي دل الهي کان انتقام وٺڻ لاءِ بي چين هئي خدا جا هزار هزار احسان آهن جنهن اسان کي هن ارادي ۾ ڪامياب ڪيو اڄ ان ناهنجار جو سر ان عقل جي انڌي جو سر ڌڙ کان ڌار زمين تي پيو آهي. ڪاش! خدا هن ۾ حس پيدا ڪري ۽ هو ڏسي ته جتي رسول الله صلعم جي نواسي جو سر مبارڪ رکيو هو اتي اڄ سندس سر خون ۽ ٻر رکيو آهي ۽ جتي خود هي ظالمانه حڪم ڏيندو هو اتي اڄ هڪ ناچيز بندو ويٺل آهي.

قوله تعاليٰ - وَ تُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ وَ تُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ وَ اللّٰهُ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ.

( الله چاهي ته عزت ڏئي ۽ جنهنکي وڻي ته بي عزت ڪري الله هرهڪ شيءِ تي قادر آهي . )

مختار جي تلوار دربار ۾ عجيب عبرت انگيز نظارو قائم ڪري ڇڏيو خلقت ابن زياد جي سر کي حيرت سان ڏسندي رهي ۽ اهڙي طرح هي قصو هتي ختم ٿيو.

رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا مَعَ الْقَوْمِ الظَّالِمِيْنَ.

تمت بالخير.

---

حاجي احمد حاجي اسمعيل
اسٽيشنرس بڪ بائنڊنگ ورڪس رسالا روڊ حيدرآباد سنڌ
۽ آر- ايڇ احمد برادرس بوڪ سيلرس ڇپائي
شاهي بازار حيدرآباد سنڌ مان ظاهر ڪيو.

---